# عشق ڪيو اظهار

فقير قادر بخش بيدل جي شخصيت، فن ۽ فڪر
تي چونڊ مقالا

سهيڙيندڙ

ڊاڪٽر ڪليم الله لاشاري

ڇپائيندڙ

بيدل يادگار ڪاميٽي

پهريون ڇاپو: ٢٠٠١ع
ڪتاب جو نالو: عشق ڪيم اظهار
موضوع: فقير قادر بخش بيدل
سهيڙيندڙ: ڊاڪٽر ڪليم الله لاشاري
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي
ڇپائيندڙ: بيدل يادگار ڪاميٽي روهڙي

ملهه ٦٠ روپيا

هن ڪتاب جي ڇپائي ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جو سهڪار پڻ شامل آهي.

**ملڻ جا هنڌ:**

عزيز ڪتاب گهر
افغان سينٽر نزد مهراڻ مرڪز سکر
شاهه لطيف ڪتاب گهر گاڏي کاتو حيدرآباد
رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ لاڙڪاڻو

# فهرست

## پاڱو ٻيو

# سهيڙيندڙ پاران

ماندين منڊ يا ڪينڪي ۽ جوڳين ڪين جهليا

سنڌ ۾ تصوف جي تحريڪ ڪا باضابط تحريڪ نہ رهي آهي. اها ڪنهن انجمن جي ڏگهي پروگرام جي صورت ۾ ناهي اڀري ۽ نہ ئي وري ڪنهن سياسي منشور جي پوئيواريءَ ۾ مسلسل مددگار طور رهي آهي. البت ايترو ضرور آهي تہ هڪ عرصي کان تصورفِ پنهنجي مختلف رنگن ۾ عام زندگي ۽ رياست ٻنهي تي پنهنجا اثر ڇڏيا آهن.

ان ڪيفيت کي سمجهڻ لاءِ اسان جيڪڏهن تاريخي پس منظر تي هڪ طائرانہ نظر وجهنداسين تہ ڇتي طرح اهو نظر ايندو تہ ٻڌمت جي رد عمل ۾ هندو مت جي سرسي ڪجھ اهڙي انداز ۾ ٿي جو سماج ۾ تشدد پسندي کي هوا ملي. هندو مت ۾ موجود ذات پات جي اصولي سماجي ڍانچي جي ميجيل ڪڙين ۽ اصولن جي نالن تي ڏاڍ کي روا رکڻ جي غير روادارانہ عمل کي هٿي ملي.

جڏهن نندي ڪنڊ ۾ هڪ طرف اسلام جو غلبو شروع ٿيو، جنهن جون جاگرافيائي حدون، مسلمانن جي تعداد جيئان گهٽيون مختصر هيون تہ اهڙي وقت ۾ پڻ مسلمانن وٽ رواداري جو مهلاڻتو اوزار رهيو. جڏهن وري اسلام تعداد ۽ علائقائي حدن ۾ وڌيو تہ تعداد جي ڏاڍ کي منهن ڏيڻ لاءِ وقت جي ڏاهن پنهنجي سمجھ سماجي اثر ۽ ۽ فن ۽ هنر جي طاقت سان هڪ بند ٻڌو. ان زماني جي تاريخي توڙي ادبي ۽ تذڪرن ۾ اهڙين ڪوششن جي جهلڪ شاعري، بزرگن جي درگاهن ۽ خانقاهن، سماجي مبلغن جي ڪاوشن ۽ سندن اخلاقي روش جي مدد ۾ نظر اچي ٿي.

اهو هڪ مسلسل سفر آهي جنهن جي مفصل تاريخ نيٺ هڪ ڏيهن لکي ويندي. هوئن مختلف هنڌن ۽ پنڌن تي موجود نشان اسان کي

اجمالي طرح ان تاريخي عمل کي سمجهڻ ۾ مدد ڏين ٿا.

ٻڌمت ۾ ڏار پوڻ ۽ هندو شاهي جي اپرڻ ۾ جيکي ڏاڍايون ٿيون ان جي نتيجي ۾ هڪدم سماج ۾ رواداري جا پرچارڪ اٿي کڙا ٿيا. وري غزنوي حملن ڪانپوءِ افغان ۽ ايران جا پنڌ، طاقت سان گڏاڙيل رهيا. پر انو قت سماج صوفين ۽ درويشن جي طفيل پنهنجي "جيئدان سڀ لاءِ احترام سڀ لاءِ" واري روش جاري رکي. هندستان ۾ جڏهن ٻه جنهن حصي ۾ مذهبي ڏاڍ جو معاملو اٿيو ردعمل ۾ ماڻهن ۾ صوفي بزرگن جي نظريئي لاءِ احترام وڌيو.

وقت جي شاعرن پڻ ان جو پرچار پنهنجي فني ڪاوشن ذريعي ڪيو. اهو وقت ساڳيو هيو جڏهن ايران ۾ پڻ رواداري جي رندن پنڌن سان مذهبي حوالي سان فرد جي تشخص جو معاملو اٿيو. فرد جي پسند، سندس سوچ جي ازادي ۽ عمل جي عزت لاءِ ڪيئي نامور بزرگ اٿي کڙا ٿيا. تصوف پنهنجي روايتي حوالي کان هڪ انتها پسندانہ لاڙو اختيار ڪيو. اهو ساڳيو معاملو هندستان ۾ مقبول نہ ٿي سگهيو جو هت رواداري ۽ سهپ سماج ۾ ظاهراً ۽ عملاً گهڻي حد تائين موجود هئي.

بعد ۾ جيئن جيئن سهپ گهٽبي وئي ۽ هڪ ئي مذهب جو غلبو حد کان وڌي ويو تيئن تيئن ساڳئي مذهبي گهٽن گهيڙن ۾ پڻ فرد انتها پسندي طرف مائل ٿيو. ايران ۾ اناالحق جي نعري جي گونج گهٽو اڳ ختم ٿي چڪي هئي. ان جو پڙاڏو سڻي ٻڌي ٻہ ڪو زمانو گذريو هيو. اهڙي وقت ۾ هندستان ان نعره مستانہ جي گونج تاريخي حوالي سان نهايت دلچسپ سوال اٿاري ٿي، جنهن تي تفصيلي ڪم ٿيڻ گهرجي. سنڌ ۾ فرد جي پنهنجي ذاتي عمل ۽ سوچ جي آزادي واري عمل جي حق ۾ نعرو بلند ڪرڻ جو وقت اهو آهي جڏهن هت شرعي معاملن جي مفصل تشريحن فرد جي عمل جا هٿ ۽ سوچ جا پر ٻڌا ۽ عمل جي آزادي چاهيندڙن جي شهادتن جا معاملا هلي هليا. تہ فرد زنجيرون ڇنائڻ لاءِ آتا ٿيا. سچل ۽ بيدل ان تاريخي عمل جون ڪڙيون آهن.

فقير قادر بخش بيدل جي عرس تي فقيري رمز جو حال سالن کان روا هيو آهي. ڪن موقعن تي ان عرس تي گڏجندڙن ميڙو ڪجھ وڌيڪ مچايو. گذريل سال پڻ ايئن ٿيو. ادبي ڪانفرنس جو انعقاد پڻ ٿيو.

محفل سماع ۽ راڳ ويراڳ ان جا حصا رهيا.

عرس ۽ ميڙا سدا جڙن، اسان جا جهانگيئڙا سانگيئڙا پنهنجي عقيدتمندي جا گل آئيندا رهن، پر ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اسان جا اهل علم پنهنجي احترام سان گڏوگڏ بيدل شناسي کي پڻ اهميت ڏين.

بيدل تي تحقيق کي هٿي ڏيڻ، سندس سوچ ۽ فڪر کي تاريخي پس منظر ۾ سمجهڻ ۽ سندس هنر ۽ ذات جي ميجوتيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ ئي بنيادي ضرورت آهي. ان لاءِ اهو ضروري آهي ته هڪ اهڙي روايت جو بنياد وجهجي ته جيئن بيدل تي ڪم هڪ مسلسل عمل بڻجي پئي.

اهوئي سبب آهي ته بيدل جي ميڙي/ عرس جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس جو انعقاد هڪ مستقل عمل طور سيني لاءِ هڪ پسنديده ٿيندو. گذريل سال ان موقعي تي پڙهيل مقالا ڪتابي صورت ۾ آڻڻ لاءِ بيدل يادگار ڪميٽي ڪاوشون ڪيون آهن. جنهن جي نتيجي ۾ هي مقالا اڄ اوهان جي هٿن ۾ آهن. ان ڏس ۾ يادگار ڪاميٽيءَ جي مڙني ميمبرن ۽ عرس جي موقعي تي ڪهي ايندڙ مقالا نگارن جي ڪوششن کي ساراهڻ ضروري ٿو سمجهان، ۽ اميد ٿو ڪيان ته هن سال ۽ ايندڙ سالن ۾ پڻ اها روايت جاري رهندي ۽ بيدل شناسيءَ کي هٿي ملندي.

موجوده ميڙ ۾ هڪ ته اهي مقالا آهن جيڪي گذريل عرس جي موقعي تي پڙهيا ويا هئا. ٻيا اهي مضمون آهن جيڪي بيدل سائين تي اسان جي عالمن اڳ لکيا هئا، ۽ اهي هڪ جاءِ تي نه هئڻ سبب دستياب نه هيا. انهن کي پڻ موجوده مجموعي ۾ شامل ڪيو ويو آهي ته جيئن پڙهندڙ بيدل شناسي جي حوالي سان لاڀ حاصل ڪري سگهن.

مقالا نگارن جنهن طرح بيدل ۽ سندس فن تي مختلف زاوين کان نظر وڌي آهي اها موجوده مجموعي کي اهميت ڏياري ٿي. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اسان وٽان عقيدتمندانه گهور جي روايت ختم ٿئي ۽ بزرگن، فنڪارن، شاعرن ۽ هنرمندن تي سنجيده ڪم جي روايت مضبوط ٿئي. آءٌ سمجهان ٿو ته جڏهن هڪ کان وڌيڪ محقق ۽ عالم ڪنهن مرڪزي نقطي تي لکڻ لڳن ٿا ته پوءِ عقيدتمندي واري ورڪا جي رسم ختم ٿيڻ شروع ٿئي ٿي ۽ عقيدتمندي سان گڏوگڏ حقيقي تحقيق جو بنياد ٻڌي ٿو.

عقيدت توجه جو بنياد وجهي ٿي ۽ احترام خيال ڪرڻ سيکاري ٿو،

نظر انداز ڪرڻ روايت پرستيءَ جي پيداوار آهي. ان لاءِ ادبي ميڙاڪا ضروري ٿي پون ٿا ته جيئن اسان روايتي طرح دلي ٺلي احترام جي خيال خام مان نڪري حقيقي احترام ۽ عقيدت سان توجهه ڏيئي ۽ خيال ڪري پنهنجي تاريخ ۽ تاريخ ساز شخصيتن تي ڪم ڪيون ۽ سنڌ جي مفصل ۽ قابل اعتبار تاريخ جي لکجڻ لاءِ ميدان تيار ڪيون.

اها هڪ حقيقت آهي ته عقيدت جو طلسم گهڻين ڪاوشن کي ٻئي درجي جي شيءِ بڻائي وجهي ٿو. احترام جي هڪ غلط سمجهاڻي اها آهي ته ماڻهو جيڪي ڏسي سو پنهنجي موصوف جي شان وٽان نه سمجهي بيان ۾ نه آڻي. مدح سرائي واري شان افزا قصه (Hagiography) هڪ گهڻي پراڻي روش آهي، جنهن کان اهل يورپ چڱو خاصو اڳ جان ڇڏائي چڪا آهن. اهو ئي سبب آهي ته سوانح (Biography) جي هنر ۽ فن نهايت وڏي ترقي ڪئي آهي.

هي دور سائنسي سوانح (Scientific Biography) جو آهي، اهو ئي سبب آهي ته اهڙڪي سوانح، ادب جي دنيا ۾ نهايت مقبول مقام ماڻيو آهي.

بيدل يادگار ڪميٽي جنهن طرح بيدل شناسيءَ لاءِ ڪوششون وٺي رهي آهي ان مان اها توقع ڪري سگهجي ٿي ته اهو وقت پري نه آهي جڏهن بيدل سائين جي سوانح جديد انداز ۾ نهايت ذميوارانه حدن اندر لکڻ ممڪن ٿي ويندي. جديد محقق ۽ علم جي اڃايل طالب علم جي ذات ۾ جيڪا بي ريائي هئڻ گهرجي. تنهن لاءِ جيڪي خوبيون هئڻ گهرجن تن لاءِ اتم بيدل سائينءَ جي چواڻي هي آهي ته:

ماندين منديا ڪينڪي ۽ جوڳين ڪين جهليا.

هي ڪاوش ايندڙ وقت جي سگهارن روين کي ارپيان ٿو.

**ڪليم لاشاري**

# وحدت جو وڇار، حضرت بيدل پوتار

ڊاڪٽر نواز علي ’شوق‘

تصوف ڇا آهي؟ ان جي مڪمل تعريف بيان ڪرڻ مشڪل آهي. صوفي بزرگن ۽ عالمن ان جي معنيٰ ۽ مفهوم بابت ڪيترائي قول ۽ رايا ظاهر ڪيا آهن. جيڪڏهن تصوف جي تعريف بابت چيل سڀني صوفي بزرگن جا رايا ۽ قول ڪٺا ڪيا وڃن ته شايد هڪ ڪتاب تيار ٿي وڃي. مختصر لفظن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو ته تصوف زندگي گهارڻ جو طريقو آهي، جنهن جو مقصد آهي ٻانهي جو پنهنجي رب سان ويجهڙائيءَ جو تعلق پيدا ڪرڻ، ان لاءِ ڪيس مختلف مرحلن ۽ منزلن مان گذرڻو پوي ٿو. ان تعلق جو بنياد محبت جي گهري جذبي تي قائم هوندو آهي. صوفي جڏهن خدا جي محبت ۾ سرشار ٿي ويندو آهي ته، ان سرشاريءَ جو هڪ مظهر الله جي ٻانهن سان محبت ڪرڻ آهي. پوءِ هُو ان جو پرچار ڪندو رهي ٿو اهڙيءَ ريت مان ۽ تون وارو فرق ختم ٿي وڃي ٿو ۽ ”تون ئي تون“ جي تنوار ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. دوئي دور ٿي وڃي ٿي ۽ هيڪڙائي ۽ وحدت جو احساس اُڀري ٿو. نتيجي ۾ ڪيترائي صوفي وحدتُ الوجود جا قائل ٿي ويا. انهيءَ وحدت واري تصور جي ڪري اهو نظريو مليو ته، هن ڪائنات جي هر شيءِ ان هڪ ذات جي مظهر آهي ۽ انسان ان جي ذات ۽ صفات ۾ شريڪ آهي.

وحدت الوجود جو نظريو ڇو، ڪڏهن ۽ ڪيئن پيدا ٿيو. ان لاءِ جيڪڏهن اسان اسلامي تاريخ تي نظر وجهنداسون ته معلوم ٿيندو ته خلافت راشده (٦٦١ع-٦٣٢ع) کان پوءِ بنو اميہ جي دؤر (٧٣٩ع-٦٦١ع) ۾ تمام گهڻا ملڪ فتح ٿيا. مالِ غنيمت تمام گهڻو گڏ ٿي ويو. دولت جي

گهٽائي اسلام جي سياسي نظام ۾ خاص تبديلي پيدا ڪئي. خليفا مسجد ۽ هجرو ڇڏي عاليشان محلاتن ۾ رهڻ لڳا ۽ منبر بجاءِ عاليشان تخت تي وهڻ لڳا. اڳ خليفي سان ڪنهن به وقت ڪو به ماڻهو ملي ٿي سگهيو، پر هينئر محلات جي در تي دربان بهاريا ويا. خلفاءِ راشدين جي دور ۾ خليفن سڀڙن جو جيڪو عوام سان گهرو تعلق هو، سو ختم ٿي ويو. خلافت جي جاءِ تي ملوڪيت اچي وئي. معاويہ جي وفات کان پوءِ يزيدي دؤر اسلامي تاريخ جو اونداهو دور آهي. ماڻهن سان ڏاڍا ظلم ٿيا. ڪربلا وارو ڦهري قضيو ٿيو. اهو ئي سبب آهي جو نيڪ دل مسلمان بيزار ٿي ويا ۽ هنن وقت جي حڪومت سان پنهنجا تعلقات ٽوڙي ڇڏيا. سندن ڦهري ڪارروايون ۽ عيش و عشرت واري زندگي ڏسي عوام ڪائنن بيزار ٿي ويو. ڪي الله جا پيارا ٻانها دنيا جي ڏنڏن کان دور ٿي گوشي نشين ٿي ويا، جن کي بعد ۾ صوفي سڏيو ويو. هنن ظاهري ڏيک واري عبادت جي ڀيٽ ۾ ان ڳالھ تي وڌيڪ زور ڏنو تہ سينو صاف رکجي ۽ اندر اُجاري اُجو ڪجي. اهو ئي سبب آهي جو حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رحہ فرمايو:

روزا نمازون ايءُ پڻ چڱو ڪم،
اُوڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي.

ٻئي هنڌ فرمايائون:

اندر تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا،

انهن ڳالهين سبب ڪيترائي نوان نظريا پيدا ٿيا. جن مان هڪ نهايت ئي اهم نظريو وحدت الوجود آهي.

وحدت الوجود واري نظريي جو مختصر لفظن ۾ مفهوم هيءُ آهي تہ خدا کان سواءِ ڪائنات ۾ ڪا بہ شيءِ موجود ڪانہ آهي يا ڪٿي ائين چئجي تہ جو ڪجھ موجود آهي، سو سڀ خدا ئي آهي. اهلِ ظاهر خدا کي ڪائنات جي سلسلي کان ڌار نہ ٿا سمجهن. يعني ڪائنات جي مختلف شين ۽ انسانن ۾ ڪو فرق نہ آهي. جو فرق آهي، سو ظاهر ۾ آهي، پر باطن ۾ بلڪل نہ آهي.

تاريخي لحاظ سان ڏٺو وڃي تہ وحدت الوجود جو نظريو مسلمان

صوفين ۾ ٽين صدي هجري جي پڇاڙيءَ ۾ قائم ٿي چڪو هو. پر ان نظريي کي ڇهين ستين هجري ۾ فلسفہ پسند صوفين جي هڪ جماعت وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم ڪيو. هنن تصوف کي فلسفي جي رنگ ۾ رڱي، هڪ الڳ الاهيات جو فڪري نظام قائم ڪيو. انهن ۾ ابوالفتح شهاب الدين، ابن عربي، ابن فارض، ابن سبعين ۽ عفيف الدين ۽ سندن ساٿي گهڻو مشهور آهن. پر جنهن بزرگ ان عقيدي جي تمام گهڻي تبليغ ڪئي ۽ جنهن جي هٿان هيءُ فلسفو مڪمل ۽ مضبوط ٿيو، سو شيخ محي الدين ابن عربي آهي. جنهن کي شيخ اڪبر سڏيو ويندو آهي. ابن عربي جي تبليغ وحدت الوجود واري نظريي کي اسلامي عقيدي جي حيثيت ڏني. سندس تصنيفات ۾ فصوص الحڪم ۽ فتوحات مڪ کي مڙني کان وڌيڪ شهرت ملي. سندن عقيدن ۽ نظرين بابت انهن ٻنهي ڪتابن مان ڪافي معلومات ملي ٿي.

ابن العربي جا اهي ٻئي ڪتاب جڏهن سنڌ پهتا ته، اهي روشن خيال عالمن کي وڻي ويا. هنن انهن جون شرحون لکيون ۽ اهڙيءَ ريت وحدت الوجود واري نظريي کي زور ورتايو. نہ فقط سنڌ، پر هند ۾ بہ اهو نظريو مقبول ٿيو. مشهور عالمِ دين صوفي بزرگ حضرت عبدالقدوس گنگوهي رحہ بہ ان عقيدي جو قائل هو. هن فصوص الحڪم جي شرح ڪندي ان عقيدي جي ڀرپور حمايت ڪئي آهي. هُو هندي زبان جو وڏو شاعر هو ۽ سندس تخلص الک داس هو. سندس هندي ڪلام جو مجموعو الک واڻي مشهور آهي.

اهو ساڳيو ئي انسان دوستي ۽ ڀائيچاري وارو وحدت الوجود وارو نظريو سنڌ جي صوفي شاعرن سڄي سنڌ ۾ عام ڪيو. هندو توڙي مسلمان ٻئي انهي نظريي کان تمام گهڻو متاثر ٿيا. صوفي دَلپت سيوهاڻي هندو مسلم ايڪتا جو درس ڏيندي چئي ڏنو:

جي پير ۾ پرميشر، تہ ٻيو ۾ ناھ ٻيو،
مسجد ۽ مندر ۾، ٻري هڪ ڏيو،
”دلپت“ ڪيئن پيو، خلل انهيءَ خلق ۾.

شاه لطيف، سچل سرمست ۽ بيدل بادشاه بہ اها ئي واٽ وٺي امن ۽ انسان دوستيءَ جو سهڻو سبق ڏنو. هتي وحدت جي وڻجار سائين بيدل

پوتار جي شاندار شاعريءَ مان ڪجھ مثال پيش ڪجن ٿا:

بيدل سائين وحدت واري عقيدي جي مختصر طور سمجھاڻي هن ريت ڏني آهي، پنهنجي هڪ ڪافي ۾ فرمايو اٿن:

وچ عقيدي وحدت والي، هندو مومن ايڪ،
هر مظهر دي وچ بيدل آکي، يارو سلام عليڪ.

ٻي هڪ ڪافي ۾ حُسن ۽ عشق جي تعريف ڪندي ٻڌائي ٿو ته، حُسن جو جلوو ڪعبو آهي، قبلو آهي ۽ عشق امام آهي. هُو اها ئي هدايت ڪري ٿو ته وحدت واري وائي عام ڪريو. ۽ هر ڪنهن کي ٻڌايو ته رام ۽ رحيم هڪ ئي آهن:

حُسن دا جلوه ڪعبه قبله، عشق اساڏا امام،
'بيدل' وحدت دي ڪر وائي، جوئي رحيم سوئي رام.

شاه لطيف فرمايو آهي ته هوت ته هر هنڌ آهي، پر ڪن کي ڪٿي مليو ته ڪن کي ڪٿي. فرمائين ٿا:

هوتُ وسي هر هنڌ، پر هنن ڏٺو هنگلاج ۾.

بيدل سائين هڪ ٻي ڪافي ۾ عشق جي تعريف ڪندي دوئي دور ڪرڻ ۽ وحدت وارو دين قبول ڪرڻ جي هدايت ڪندي فرمايو آهي:

عشق امام محمد مهدي، دوئي اٿؤ دجال،
وجھ دجال دوئي جو ڪيري، گم ڪر جسم جنجال،
وحدت وارو دين قبولج، چڏ ٻي قيل مقال.

بيدل سائين هڪ ڪافي ۾ وحدت واري نظريي جو پرچار ڪندي ٻڌائي ٿو ته، اهو عقيدو شاهِ مردان، شير يزدان، صوفين جي امام عليہ السلام وٽان حاصل ٿيو آهي: فرمائين ٿا:

ظاهر بندو، باطن مولٰي، عشق جي بازي پُرجھي ڪير،
ايهو راز ڪري ٿو روشن، علي ولي شه مردان شير.

ٻي هڪ خوبصورت ڪافي ۾ وحدت جو وڻجار بڻجڻ جي تلقين ڪندي فرمائي ٿو، عشق جو اسرار سمجھ ته توکي پتو پئجي ويندو ته جتي

ڪٿي اهو سائين وسي ٿو، هر صورت ۾ ان يار جو ديدار آهي، هو ته پاڻ ظاهر ڪرڻ لاءِ سهسين سينگار ڪري وحدت مان ڪثرت ۾ آيو آهي:

عشق جو ڏس اسرار، سڀ صورت ۾ يار سمايو،
يار يگانو ڪاڻ ظهوري، سهس ڪري سينگار،
پاڻ پرين ڪثرت ۾ آيو.
ڏسُ همه جو پاڻ ڏنائين، عاشق ڪر اعتبار،
هر جا يار تماشو لايو.
خيال اِنهيءَ سان جي تون جالين، تُرت لهين تڪرار،
وحدت جو تو ۾ سيرُ سمايو.
'بيدل' ڇڏ نه هٽئون تون هرگز، وحدت جو واپار،
سالڪ پوءِ ٿئي خيال سجايو.

ٻي هڪ ڪافي ۾ ٻڌائين ٿا ته هر طرف ان يار جو ديدار آهي، تون هستي ڇڏي هوشيار ٿي ۽ دوئي ڪي دسي، ماري مات ڪر، جتي ڪٿي جانب جو جلوو آهي، حق کان سواءِ ٻيو ڪو موجود نه آهي. ڪافي جا ڪجھ شعر ملاحظ فرمايو:

هر طرف ساجن ٿو وسي، هستي ڇڏي هوشيار ٿي،
دانهن دوئي ڪي وجھ دسي، پاڻئون پڇي بيزار ٿي،
حق جابجا مشهود آ، جو عبد سو معبود آ،
حق ري نڪي موجود آ، 'بيدل' تون باڕ اعتبار ٿي.

اهڙي ريت سچل سرمست، بيدل سائين ۽ ٻين صوفي شاعرن انهيءَ عقيدي ۽ نظريي ڪي هڪ نعري جي صورت ڏئي امن، انسان دوستي ۽ يائيچاري جو پيغام عام ڪيو.

بيدل سائين پنهنجي هڪ بيت ۾ فرمايو آهي:

مڙوئي محبوب آ، مشتاقن مقصود،
سدا حق موجود، همه ڪي هڪ ڄاڻ تون.

حق موجود- سدا موجود!

# فقير قادر بخش 'بيدل' ۽ حضرت سلطان باهو رحہ جو عرفاني فڪر

ڊاڪٽر گل حسن لغاري

فقير قادر بخش 'بيدل' رحہ، قرآن، حديث پاڪ، عربي، فارسي، فقہ ۽ تصوف کان پوريءَ ريت آگاهہ هو ۽ قرآن شريف جي ڳوڙهي مطالعي ۽ ان جي معرفت جي حقيقت، سندس ڪلام ۾ جابجا ملي ٿي ۽ پاڻ ديني ۽ شرعي علوم جي پيروي کي نهايت اهميت ڏين ٿا ۽ دين جي فڪر متعلق، فرمائين ٿا:

غمِ دين خورکہ غم غمِ دين است،
همہ غمها فروتر ازين است،
غمِ دنيا مخور کہ بيهوده است،
هيچ کس درجهان ني آسوده است.

حقيقت ۾، اها دين جي تعليم ۽ تربيت آهي، جيڪا فقيري ۽ درويشي جي راهہ ڏيکاري ٿي؛ ڇو تہ "فقر ۽ درويشي" ذاتِ حق ۾ فنا ٿيڻ سان حاصل ٿئي ٿي. جڏهن ٻانهو (عبد) احديت ۾ گم ٿي وڃي ٿو تہ عين ذات ٿي وڃي ٿو؛ اهو وڏو مقام ۽ رتبو آهي. فقير صاحب فرمائي ٿو:

هستيءَ کي همہ اوست ۾ ڪيو گم جَنين،
ڏٺو ٽُرت تَنِين، اکين شُعاعُ شهود جو.

حضرت سلطان باهو رحہ فرمائي ٿو:

احّد جَد ڏِتي وِکالي، از خود هويا فاني هُو،

قُرب وِصال مقام نہ منزل اُتي، جسم نہ جاني هُو،
نہ اُتي عشق محبت ڪائي، نہ اُتي ڪون مڪاني هُو،
عَينون عَين ٿيو سي باهُو، سِرّ وحدت سُبحاني هُو.

حق ۽ حقيقت تائين رسائي، وحدانيت ۽ هيڪڙائيءَ ۾ فنا ٿيڻ سان حاصل ٿئي ٿي. 'فنا' مان مراد توجہ الا الله آهي، دنيا ۾ رهندي بہ، پنهنجي وجود جي فنائيت ۽ ناپائيداري جو يقين، تعلق بالله جو سبب بنجي ٿو. جيتوڻيڪ زباني ورد و وظائف ڪشف و قلوب تائين محدود زهد ۽ رياضت جو بہ رتبو ضروري آهي؛ پر عارف ۽ عاشق بقاءِ ربّي ۽ ذاتِ الاهي جي مشاهدي ۾ محو ۽ مُستغرق رهن ٿا اهي انهيءَ قلبي واردات جي نظارن مان نڪري وڃن ٿا؛ اُهو ائين؛ جيئن ڪو ريل گاڏيءَ ۾ يا ڪار ۾ مختلف رونقون ۽ نظارا پسندي، منزل تي پهچي ته ٻيو انهن ڪان متي هوائي جهاز ۾ اُڏامي منزل مقصود تي پهچي.

حضرت سلطان باهو رحہ فرمائي ٿو:

قلب هَليا تان ڪيا هويا، ڪيا هويا ذڪر زباني هُو،
قلبي روحي خفّي سِرّي، سيي راهہ حيراني هُو،
شہ رگ تُون نزديڪ چَلينداہ يار نہ مليس جاني هُو،
نام فقير تنهان دا "باهو"، جهڙي وَسدي لامڪاني هُو.

الله تعاليٰ، انسان جي شہ رگ (ساهہ جي نالي) کان بہ ويجهو آهي. خداوند ڪريم جي اِنهيءَ قربت ۽ ويجهڙائي ڪان اِنسان پاڻ کي خود پري رکيو آهي. قرآن شريف ۾ اچي ٿو.

وَنَحنُ اَقربُ اِليهِ مِن حَبلِ الوَرِيد (پ٢٦- آيت ١٦ ق٥٠)
(۽ اسان سندن شہ رگ ڪان بہ زياده ويجها آهيون.)

فقير 'بيدل' فرمائي ٿو:

پنهون ناهہ پَري، ويجهو وَسي سُپرين،
وَنَحن اَقربُ اِليهِ مِن حَبل الورِيدِ، غافل تو ڳَري،
جي، ڪو ڏيان ڏري، تہ ڪوهيارو قريب آ.

رب تعاليٰ جو مُشاهدو يا لقاء ربّي، فقراءَ ۽ عرفاءَ جو مقصد هوندو

آهي. مومن جي نشاني به اها ئي آهي. حضورﷺ فرمائين ٿا: رَءَيتُ في قَلبِي رَبِّي. (مون پنهنجي رب کي دل ۾ ڏٺو.) حديث پاڪ ۾ اچي ٿو ته: "المؤمن مِرَة الرحمان." (مؤمن، الله تعاليٰ جو آئينو آهي.) انهيءَ مان معلوم ٿيو ته، مؤمن، خدا کان جدا نه آهي ۽ اُهو اهل قلب آهي. جنهن کي به "فقر" حاصل ٿيو، سو عارف بالله آهي. اِهو ئي سبب آهي جو فقر ۽ فقيري، صاحبِ دل هئڻ جي نشاني آهي.

حديث ۾ اچي ٿو ته: اَلفقير لا يُحتاج اِلاَّ اِلَي الله- (فقير الله کان سواءِ، ڪنهن جو به محتاج نه آهي). ان ڪري، فقير يا عارف، الله تعاليٰ جي ذات ۾ سمائجي وڃي ٿو. حديث قدسي ۾ اچي ٿو ته: اِنَّ اوليآئِي تحتَ قبَائِي لاَ يَعرفُهمر غيري ط.

(بيشڪ منهنجا اولياءَ منهنجي قبا جي هيٺان آهن؛ اُنهن کي، منهنجي علاوه، ٻيو ڪوئي نٿو ڄاڻي.)

معلوم ٿيو ته، جنهن جي قلب تي الله جي قبا آهي، اهو عارف ذاتِ اقدس جي جلوه ۾ مَحو ۽ مست آهي ۽ جنهن کي قربِ الاهي حاصل ٿي وڃي ٿو ته پوءِ اُهو زباني ذاڪر نٿو رهي، بلڪ وحدانيت ۽ يڪتائي جي فڪر ۾ رهي ٿو، جيئن حضرت سلطان باهو رحہ فرمائي ٿو:

يڪي گويمر يڪي جويمر، در دل چو گل رويمر،
همون يڪ را بيڪ پويمر، نپويمر غير الا هُو.

(آئون فقط، الله واحد کي ياد ڪريان ٿو؛ انهيءَ يڪتا جي تلاش ڪريان ٿو ۽ انهيءَ ذات جي، گُل جي مثل پرورش ڪريان ٿو، اهڙي ريت، صرف هڪ ئي ذات جي تلاش ڪريان ٿو. انهيءَ کان سواءِ ٻي ڪابہ جستجو نہ آهي.)

فقير "بيدل" پڻ اهڙي ئي فڪر ۽ عرفان جو ذڪر ڪري ٿو ۽ "ديوان بيدل" ۾ فرمائي ٿو:

ڪَشف قُبور قُلوب نہ مَنگين، مَنگين درد هڪلاَ،
مَي نوشان دا مَشربُ چوکا، تسبيح چوڙ مُصلاَ،
منصوري منصب دا، "بيدل" هي مقصود مُتَعليٰ.
("ديوان بيدل" ص٢٤٤)

الله تعاليٰ جي ذات جو جلوو ۽ حُسن، دوئي، بدگماني، حرص و هوا، بغض ۽ ڪيني واري قلب ۾ سمائجي نہ سگهندو. نفسياتي خواهشن ۽ بيهوده مرادن جي ڪري، انسان، حقاني تجلي کان محروم رهي ٿو. فقير "بيدل" فرمائي ٿو:

مَي منصوري پيو، مُوَحدَ گيت انادا ڳاوِن،
"الفَقرُ لاَ يَحتَاج الا اللهُ" شاهي طبل وَڄاوِن،
وهم دُوئي دا ڇوڙ دلاور، وحدت خيال ڪڙاوِن.

فقير صاحب وڌيڪ فرمائي ٿو:

'بيدل' ڳالھ وحدت دي مَن تون،
طلسم وهم دوئي دا ڀن تون.

حضرت سلطان باهو رحہ، اندر جي حقيقت کي نروار ڪيو آهي، اِنسان جي باطن ۾، جيڪو راز سمايل آهي؛ ان جي اُپٽار ڪئي آهي ۽ اڪثر عشاقن ۽ عارفن، وحدت ۽ هيڪڙائي جي حقيقت ڏانهن، مختلف رنگ ۾ ڏيان ڇڪايو آهي؛ جيئن سلطان باهو رحہ فرمائي ٿو:

ايھ تن ربّ سچي دا حُجرا، وچ پا فقيرا جهاتي هُو،
نان ڪر مِنّت خواج خِضر دِي، تيري اندر آب حياتي هُو،
شوق دا ديوا بال هَنيري، مَتان لَڀي وَسَت کَڙاتي هُو،
مَرنٌ تِين اڳي مَر رهي "باهُو"، جِنهان حق دي رمز پَڇا تِي هو.

اِنسان جو معراج، انهيءَ ۾ آهي تہ، اهو الله تعاليٰ جي ذات سان هميشہ تعلق رکي ۽ وحدانيت ۾ ڪامل يقين رکندو اچي ۽ تعلق بالله سان ئي رب تعاليٰ جو جلوو قلب ۾سموئجي ٿو. اهل الله ۽ درويش انهيءَ عشق حقيقي جي اُپٽار ڪندا رهيا آهن. مذهبي تڪرار، فرقہ بندي ۽ تعصب جي خلاف، پنهنجي ڪلام ۾ اظهار ڪندا رهيا آهن. اِنساني برادري، ڀائيچاري ۽ انساني احترام جي عظمت کي فروغ ڏيندا آهن ۽ عاشقِ الاهي ۽ خشڪ زاهد جي درميان جيڪو فرق آهي، اُن متعلق فقير 'بيدل' ۽ حضرت سلطان باهو، پنهنجو اظهار ڪيو آهي. فقير 'بيدل' عشق کي پنهنجو رهبر بنائي ٿو ۽ اهو عشق حقيقي آهي، جيڪو گمراهي کان

بچائيندڙ آهي. فرمائي ٿو:

جنهون عشق بتاوي راه، تنهُون ڪَون ڪري گمراه،
عشق هي پير پيغمبر ميڏا، عشق هي هادي رهبر ميڏا،
عشق هي حَيدر صَفدرُ ميڏا، عشق هي ميڏي پشت پناه.

حضرت سلطان باهو، عشق حقيقي متعلق، اچان به وڌيڪ زوردار ۽ دلپذير انداز ۾ اظهار ڪندي فرمائي ٿو:

زاهد زُهد ڪريندي ٿڪي، روزي نمازان هُو،
مَکِي قيد شهد وچ هُوئي، ڪيا اُڏسِي لال شهبازان هُو،
جِنهان مجلس نال نبي دي "باهُو"، سوئي صاحب ناز نوازان هو.

فقير "بيدل" يا حضرت سلطان باهو رحہ ۽ ٻيا صوفي شاعر ۽ اهل الله، دين اسلام جي باري ۾ راسخ العقيده رهيا آهن. انهن جي عرفاني پيغام ۾ وحدانيت ۽ عبديت جي اسلامي تعليم جو پُرزور اثر موجود آهي. البته، زهد و تقويٰ ۾ غرور ۽ اخلاص عمل جي ڪمزورين سبب، درويشن، بزرگن ۽ فقراءِ، انهن جي باطني ۽ روحاني منزل ڪي، ذاتِ حقيقي جي رسائي تائين قبول نہ ڪيو آهي. تنهن هوندي بہ، عبادت، رياضت ۽ تقويٰ جو مقام ۽ مرتبو ضرور آهي. رياڪاري ۽ ظاهرداري، رياضت ۽ تقويٰ جي عمل کي ڇيهو رسائي ٿي.

انهن عارفن ۽ اولياءَ الله جو عرفاني فڪر دنيا جي بي ثباتي ۽ ذات اقدس جي پائيدار جلوه نمائي کي روشن ۽ نروار ڪري ٿو ۽ هِن جهان ۽ آخرت متعلق بہ وضح ڪيو آهي. جيئن مولانا رومي رحہ فرمائي ٿو:

هردو سبزند اين زمان و آخر نگر،
ڪاين باطل و زان رُويد ثمر.

هي ٻئي ساوا آهن، يعني وڻندڙ آهن؛ هيءُ جهان ۽ آخرت وارو جهان- (پر) هيءُ باطلِ آهي؛ پر هُن مان ميوو حاصل ٿئي ٿو.) مطلب تہ ٻئي جهان پُرڪشش آهن؛ پر هيءُ جهان فنا ٿيندڙ آهي؛ ليڪن آخرت ۾ هميشہ واري زندگي آهي. مولانا روميءَ هِن جهان لاءِ وڌيڪ چوي ٿو:

چيست دنيا؟ از خدا غافل بودن،

ني قُماش و نُقره و فرزندو زن.

(دنيا ڇا آهي؟ دنيا اُها آهي جيڪا خدا کان غافل ڪري؛ يعني ذاتِ حق کان پري ڪري. ڪپڙا، زر، زيور ۽ ٻار ٻچا يا عورت دنيا نہ آهي.)

هن فاني دنيا جي حقيقت ڪي پروڙيندي، اهلِ فقر وارن، بقا واري جهان- يعني وحدانيت جي واٽ ڪي پنهنجو رهبر بنايو. 'بيدل' فرمائي ٿو:

حال 'فنا' جو حاصل ڪر تون، باغ 'بقا' جو ڪائج ڦر تون،
ديد ديدن ۾ دَمدَم ڌَر تون، جَلوو نُور جو ڏس نروار.
"مَن عَرَفَ" جو سمجھ اشارو، "اِنيّ اَنا الله" هڻ تون نعرو،
واھ وڃاءِ تون نينهن نغارو، 'بيدل' برهين بي اختيار.
("ديوان بيدل" ص١١١)

فقيري جو رتبو، "فنا" ٿيڻ سان حاصل ٿئي ٿو. "فنا" مان مراد دست بڪار، دل بيار آهي. حضرت سلطان باهو رحہ انهيءَ حقيقت کي هن ريت فرمائي ٿو:

تارڪ دنيا تَد ٿيوسي، جَدان فقر مليو سي خاصا هو،
راه فقر دا تَڏ لڌيوسي، جَدان هٿ پڪڙيو سي ڪاسا هو،
دريا وحدت دا نوش ڪيتوسي، اجا ٻي جي پيا سا هُو،
راھ فقر، رَت هَنجُو رووڻ "باهو"، لوڪان ڀاڻي هاسا هُو.

قرآن شريف ۾ اچي ٿو:

"لٰكِنِ الرّاسِخُونَ في العلم مِنهُم والمُؤمِنُونَ يُؤمِنُونَ بِمآ اُنزِلَ اِليكَ وَمآ اُنزل مِن قبلكَ... (پ- ٦، السآءِ آيت١٦٢)

(۽ انهن مان علم ۾ پختا ايمان وارا، ان تي ايمان آڻين ٿا، جيڪي توڏي لاٿو ويو آهي ۽ جيڪي توکان اڳ ۾ لاٿو ويو آهي...)

هتي راسخ العلم ۽ راسخ العقيده ماڻهن جي نشاندهي ڪئي ويئي آهي. علم ۽ عقيدي جا پختا ماڻهو، ايمان وارا آهن ۽ حضور ڪريم ﷺ جن کي خطاب ٿئي ٿو تہ، "اهي ان تي ايمان آڻين ٿا، جيڪي توڏي لاٿو ويو آهي۽ جيڪي توکان اڳ ۾ لاٿو ويو آهي ۽ (اهي) نماز قائم ڪندڙ ۽ زڪوات ڏيندڙ ۽ الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان آڻيندڙ آهن. سو انهن

ڪي اسين وڏو اجر ڏينداسون."

راسخ العلم اهي آهن، جن کي علمِ شريعت، علمِ طريقت ۽ علمِ حقيقت حاصل ٿيو آهي. علمِ شريعت، سکيا ريو وڃي ٿو ۽ هن علم جي تحصيل لازمي آهي ۽ اهو علم ڪنهن استاد جي حوالي آهي ۽ بغير استاد جي علم شريعت حاصل نہ ٿيندو. علمِ طريقت، ڪنهن ڪنهن بزرگ، اهل الله ۽ پير يا مرشد جي حوالي آهي؛ جتان فيض ملي سگهندو؛ ليڪن علمِ حقيقت، خداوند تعاليٰ، پنهنجي حوالي ڪيو آهي. خواجہ عبدالله انصاري، پنهنجي تفسير "ڪشف الا سرار" ۾ لکي ٿو تہ: "جيڪو بہ شخص اهو سمجهي ٿو تہ، شريعت جي علم لاءِ، استاد جي ضرورت نہ آهي تہ اهو زنديق (مُلحد ڪافر) آهي ۽ جيڪو انهيءَ خيال جو آهي تہ، علم طريقت بغير پير يا مرشد جي حاصل ٿيندو تہ اُهو فتان ۽ دوکيباز آهي ۽ اهو جيڪي چئي ٿو تہ علم حقيقت، سواءِ وڏي ۾ وڏي عالم جي حاصل نہ ٿيندو تہ، اُهو شخص مغرور آهي."

اها حقيقت آهي تہ جيڪي بہ اهل فقر، بزرگ ۽ اولياءَ ٿي گذريا آهن، اهي راسخ العلم جي گروہ ۾ اچن ٿا. اُنهن جو عرفان ۽ ايقان وحدانيت جو مظهر آهي. اولياءَ الله ۽ اهل فقر، الله جي ياد کان سواءِ، ٻي ڪنهن کي بہ قلب ۾ جاءِ نٿا ڏين، انهيءَ سوز و گداز ۽ ياد ۾ عاشقن ۽ عارفن کي آرام ملي ٿو؛ مولانا رومي فرمائي ٿو:

مراز پير طريقت نصيحتي ياد است،
ڪہ غيريادِ خدا هرچہ مست برباد است.

(مون کي پير طريقت جي نصيحت ياد آهي تہ خدا تعاليٰ جي ياد ۽ ذڪر کان سواءِ، جو ڪجھ آهي، سو برباد "فضول" آهي). پيرِ طريقت يا مرشد ڪامل کان فيض حاصل ڪرڻ جو ذڪر اڪثر درويشن ڪيو آهي؛ حضرت سلطان باهو رحہ فرمائي ٿو:

مُرشد ڪامل ايسا مليا، جس دل دِي تاڪِي لاهي هُو،
مَين قربان اُس مرشد "باهو"، جِس دسيا ڀيت الاهي هُو.
(ابيات سلطان باهو رحہ) (٢٠٩)

فقير 'بيدل' بہ حضرت قلندر شهباز کي مرشد جي حيثيت سان

مسدس جي صورت ۾ فرمائي ٿو:

قلندر جلوه نُور جليل است،
قلندر محرم سرّ خليل است،
قلندر شافيءِ قلبِ عليل است،
قلندر ياور جانِ ذليل است،
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر،
حُسيني حيدر سُلطان سرور.

اولياءِ ڪرام ۽ فقراءِ سان محبت ۽ لڳاءُ جي ڪري؛ الله تعالىٰ جو قرب حاصل ٿئي ٿو، مولانا رومي فرمائي ٿو:

هر ولي را نوح ڪشتيبان شناس، صحبتِ اين خلق را طوفان شناس،
چون شوي دور از حضورِ اولياءَ، درحقيقت گشتهءِ دور از خدا.

(مولانا رومي فرمائي ٿو ته، اولياءَ الله کي حضرت نوح عليه السلام جو نائب سمجهو. جيڪڏهن توهان کي طوفان کان بچڻو آهي ته انهن جي ٻيڙيءَ ۾ ويهڻ (انهن جي صحبت اختيار کي پنهنجي سعادت ۽ حفاظت سمجهو. مخلوق (عام ماڻهن) سان گهڻو فضول ويهڻ، سيلاب ۽ طوفان آهي، ڇو ته دنياوي سڌن ۽ مرادن سبب، يادِ خدا کان غفلت پيدا ٿئي ٿي. ان ڪري، الله واري جي ٻيڙيءَ ۾ ويهو ۽ اُن جي صحبت اختيار ڪريو ته فسق وفجور جي طوفان کان حفظ ۽ امان ۾ رهندؤ.

جڏهن، الله وارن کان بدگماني ڪري، انهن کان پري رهندؤ ته اهو ائين آهي، جيئن اوهان الله کان پري ٿيا آهيو.

# بيدل جي ڪلام جي ٻوليءَ جو لسانياتي جائزو

## ڊاڪٽر هدايت پريم

بيدل جا هي بيت تلقين رباني
ڪري عياني، ڇڏيئن راز رندن جو.
(بيدل)

سنڌ سدائين مڻيادار، مڙس مٽير پيدا ڪيا آهن. عالمن اديبن، دانشورن ۽ شاعرن سنڌ جو سدائين مان مٿاهون ڪرڻ لاءِ جانفشاني ۽ جاکوڙ ڪئي آهي. سنڌ ۾ اهڙا عظيم شاعر به ٿي گذريا آهن جن جي هاڪ هنديں ماڳين آهي. سندن ناماچار سنڌ کان ٻاهر به ٿيو آهن. اهڙن عاليشان شاعرن ۾ حضرت فقير قادر بخش بيدل جو نانءُ به شامل آهي.

بيدل سائين هڪ قادر الڪلام صوفي شاعر آهي سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسي ۽ عربي پنجن ٻولين تي مڪمل دسترس رکي ٿو. پنجن ئي ٻولين ۾ شعر چيو آهي. پنهنجي وقت جو هڪ وڏو عالم آهي جنهن ٣٠ ڪتاب لکيا آهن. (١)

بيدل سائين جا وڏا اصل ملتان جا قريشي صديقي ملتاني سڏائيندا هئا جيئن بيدل سائين جي وڏن جي قبرن تي ڪتبن تي لکيل آهي. (٢) تنهنڪري چئي سگهجي ٿو ته بيدل سائينءَ جي وڏڙن جي ٻولي ملتاني يا سرائڪي هئي. بيدل سائينءَ جي سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام مان بخوبي اندازو ٿئي ٿو ته پاڻ انهن ٻنهي ٻولين ۾ ايڏو ته ڪمال درجي جو عبور حاصل اٿن، جيترو مادري زبان ۾ هوندو آهي، اردو فارسي ۽ عربيءَ جا ايڏا ماهر آهن جو انهن ٻولين ۾ به شعر چيو اٿائون بيدل ان زماني جو شاعر

آهي جڏهن اردو زبان، سنسڪرت، عربي ۽ فارسيءَ جي ٿج ٿي ذاتي. پر ٿوري ئي عرصي اندر، منجهس ايتري واڌ ٿي جو ١٨٣٥ع ۾ دفتري ٻولي بنجڻ جو شرف حاصل ٿيس. سنڌ جي هن همه گير شاعر جي دل گوارا نه ڪيو ته ڪيس نظر انداز ڪري، تنهن ڪري جيئن عربي، فارسي، سرائڪي ۽ سنڌيءَ ۾ شعر چوندو هو، تيئن اردوءَ ۾ به طبع آزمائي ڪيائين.(٣)

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو چئي ٿو ته بيدل سائين جا وڏا تسر جو ڏنڌو ڪندا هئا ۽ پاٽولي سڏبا هئا پر بيدل سائين جيڪي اُٿيو ان ڪيس ادبي تاريخ ۽ تصوف ۾ بلند مقام تي رسايو.... بيدل سائين ۽ سندس لاڏلو فرزند محمد محسن بيڪس، تصوف ۽ عشق جا هي ٻه نمائندا، سنڌي ۽ سرائڪي شاعريءَ ۾ ممتاز آهن.(۴)

بيدل سائين جي ڪلام تي سچل سائينءَ جو تمام گهڻو اثر آهي، نه صرف موضوع جي لحاظ کان پر ٻوليءَ جي لحاظ کان پڻ بيدل سائين سچل سرمست کان متاثر آهي. دراصل حقيقت هيءَ آهي ته ٻنهي صاحبن سنڌي ٻوليءَ جو اترادي لهجو ڪم آندو آهي جنهن جون حدون ساريءَ اتر سنڌ تائين ڦهليل آهن.

بيدل سائين نهايت عمدي ۽ پڪي ۽ پختي ٻولي استعمال ڪئي آهي. سندس ڪلام ذريعي اسان کي ٽالپرن جي آخري دور ۽ انگريزن جي شروعاتي دور جي سنڌي ٻوليءَ جو هڪ نادر نمونو ملي ٿو. سندن وصال کي صرف ١٢٧ سال ٿيا آهن. اهو ڪو وڏو عرصو نه آهي ته به وقت گذرڻ سان ٻولين ۾ تبديلي اچڻ هڪ لازمي امر آهي. بيدل سائين جي سنڌي ٻوليءَ ۾ ۽ اڄ جي سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪي فرق موجود آهن، ان آڌار تي بيدل سائين جي ٻوليءَ جو مختصر لساني جائزو پيش خدمت آهي:

## صوتياتي جائزو

ٻوليءَ جا لفظ جيئن ته آوازن تي مشتمل آهن، آواز ئي ملي لفظ کي جنم ڏين ٿا ٻوليءَ جي آوازن ۾ تبديلي لسانيات جي ماهرن وٽ وڏي اهميت رکي ٿي. ٻوليءَ ۾ آيل آوازي تبديلين جا رخ ٻوليءَ جي واڌ ويجهه ۽ ارتقائي مرحلن جي نشاندهي ڪن ٿا. ڪهڙا آواز لفظن ۾ ڪڏهن ۽

ڪيئن داخل ٿيا، يا ڪهڙا آواز ڪڏهن ۽ ڪيئن لفظن مان حذف ڪيا ويا اهڙا سوال ٻوليءَ جي تاريخ مرتب ڪرڻ لاءِ نهايت اهم آهن هڪڙن آوازن جي جاءِ ٻين آوازن ورتي اهڙي تبديلي پڻ اهم آهي جنهن جو غور سان اڀياس ڪرڻ ضروري آهي بيدل سائين جي ڪلام جي ڪيترن ئي لفظن ۾ تبديلي اچي چڪي آهي. اهڙين تبديلين جي نشاندهي هت ڪجي ٿي.

* اوهو شهنشاهه، اولي عبديت جي.

اتر سنڌ ۾ اجابه "آهو" لاءِ "اوهو" ڪم اچي ٿو پر معياري لهجي ۾ "آهو" استعمال ٿيندو آهي.

* خاصن جي خوشبوءِ مون من مستان ڪيو.

خودي ڪر فاني ته پسين باغ بقاءَ جو.

هنن سٽن ۾ "خوشبوءِ" ۽ "بقاءِ" ۾ "ءَ" سُر موجود آهي جو هاڻي گهٽي حد تائين گم ٿي چڪو آهي.

* جي تون پسين پاڻ کي، ڇڏي فقه فند

"ف" ۽ "ق" آوازن جو پاڻ ۾ تبادلو ٿيندو آهي. اصل لفظ "قند" کي بيدل سائين "فند" ڪري استعمال ڪيو آهي.

* صوفي سوليءَ هليا، عاشق عيد نه ڪن.

سولي لفظ جو جديد روپ "سوري" آهي اهڙي طرح "ل" جي "ر" ۾ تبديلي ٿي چڪي آهي.

* عشق سندن اهجاڻ، سب دم جالن درد سان

شاهه لطيف ۽ ٻين لاڙ جي شاعرن اڪثر "سين" لفظ استعمال ڪيو آهي جڏهن ته اتر ۾ "سان" ئي ڪم ايندو آهي. جيئن هت بيدل سائينءَ ڪم آندو آهي.

* احديت ۾ آءِ، بينڪ بيراڳين جي.

* تماشو هر طور ۾ صوفيءَ سندو آءِ

بيدل سائينءَ ڪيترن هندن تي "آه" جي معنيٰ ۾ "آءِ" چيو آهي هيءَ

هڪ عجب ۾ وجهندڙ تبديلي آهي.

* جيڏانهن عالم آسرو، تيڏانهن ڪن نہ تانگ.

وقت گذرندي ڪجهہ او سرگ آواز وسرگ آوازن ۾ تبديل ٿي وجن ٿا. هت "تانگ" جو "گ" آواز اڄڪلهہ "گهہ" بڻجي ويو آهي ۽ لفظ ٿيو آهي "تانگهہ".

* شمس الحقيقت آنهہ تون
نعرو نسنگ نينهون هٽيج
آنهن تون! سرور مسند اجلال جو.

"آهين" لفظ جي هڪ مثيل صورت اسان کي بيدل سائين جي ڪلام ۾ "آنهہ ۽ آنهن" جي صورت ۾ ملي ٿي.

اترادي لهجي ۾ هيٺ ڏنل لفظن جي ٽ، ٺ، ڊ ۽ ڍ آوازن سان گڏ "ر" آواز بہ شامل هوندو آهي.

پٽ، سٺ، مائٽ، ڪنڍ، منڊ، ڊاهڻ، سٺو، اوٺو ۽ ڍءُ وغيره.

هنن لفظن ۾ ٽ، ٺ، ڊ ۽ ڍ سنڌيءَ جي معياري لهجي ۽ لاڙي لهجي ۾ بنا ڪنهن "ر" آواز جي اچاريو وڃي ٿو اترادي لهجي جا آواز (ٽر)، (ٺر) (ڊر) ۽ (ڍر) عيوضي آواز آهن انهن جي جاءِ تي ٽ ٺ ڊ ۽ ڍ آواز ڪم آڻجن تہ معنيٰ ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ ايندو. اهو ئي سبب آهي تہ سنڌي الف بي ۾ (ٽر)، (ٺر)، (ڊر) ۽ (ڍر) آوازن جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ ڪوبہ اکر مقرر ڪونہ ڪيو ويو آهي. اترادي ماڻهو لکيل اکر "ٽ" کي 'ٽر' ۽ 'ڊ' کي 'ڊر' ڪري اچاريندا آهن. دراصل جنڊ پاٽ، ۽ پٽُ لفظن کي سنسڪرت ۾ جندر، چندر، پاتر ۽ پُتر چيو ويندو آهي، اهي لفظ جيڪڏهن سنسڪرت مان سنڌيءَ ۾ آيا آهن تہ انهن جي اچار ۾ (ر) هٽڻ وڏيڪ درست آهي، پر جيڪڏهن سنڌيءَ مان سنسڪرت ۾ ويا آهن تہ بہ ايئن چئي سگهجي ٿو تہ اصل ۾ ئي لفظن ۾ (ر) آواز شامل هو. يا اڃا بہ ائين ڪٿي چئجي تہ اهي لفظ سنسڪرت ۽ سنڌيءَ ۾ ٻنهي ۾ هڪجهڙا آهن ڇو تہ ٻئي همسر ۽ ڀينر ٻوليون آهن تڏهن تہ ٻنهي ۾ 'ر' جو آواز موجود آهي. بيدل سائين جي هڪ سٽ آهي.

* ماندين منديا ڪينڪي ۽ جوڳين ڪين جهليا.

## صرفياتي جائزو

لفظ نوان نوان روپ ڪيئن ۽ ڪهڙي طرح اختيار ڪن ٿا تنهن جو تعلق صرفيات سان آهي. لفظن ۾ اڳياڙيون، وچياڙيون ۽ پڇاڙيون ملائڻ سان لفظن جا ڀيا گرداني روپ سامهون اچن ٿا. بيدل سائين جي ڪلام ۾ ڪم آيل صرفي بناوتن تي روشني وجهجي ٿي.

اترادي لهجي ۾ هڪ خاصيت جمع جي نشاني آهي. معياري ۽ لاڙي لهجي ۾ واحد مان جمع ٺاهڻ لاءِ واحد جي پويان 'اون' سُر پڇاڙيءَ طور ڪم ايندو آهي اتراديءَ لهجي ۾ /آن/ سُر واري پڇاڙي ڪم ايندي آهي. ڪٽ جو جمع ڪٽان، ڪوڪ جو جمع ڪوڪان، نماز جو جمع نمازان وغيره. بيدل سائين جي ڪلام ۾ جمع جي صيغي لاءِ /آن/ پڇاڙي ڪم آيل آهي.

* جيڪس دانهان درد منهنجي جون پهتيون ات پريات
* موجود موجان تو ڏنيون، ڪين مان چيءُ گهمسان ڪر
* ڏاڍيون رمزان، گهريون ديدان لايون دلبر مون سان يار
* راڳ جا قائل من جا مائل وٺن سي رمزن واريون راهان
* سٽي سرور سڪر ۾ بيخود بي سر پهرن قرب ڪلاهان
* پنهنجو پاڻ ويکن ائون وسهن ناميا جاڏي ڪرن نگاهان
* ناچ نچائن ڳائن ڳائن عرشون لنگهن انهن جون آهان

اتر سنڌ ۾ تصغيريت جو استعمال بنهه گهٽ ڪيو ويندو آهي. مثلاً ڀائڙا، ادڙا، منڙا، منڙي منڙا. بيدل سائين سچل سائينءَ جيان اسمن توڙي فعلن سان تصغيريت جو صيغو لاڳو ڪري نهايت دلپزير بناوتون ٺاهيون آهن. مثلاً

* خاڪي ڪيڙم ويس آهي نت نور نيارو
* نانگ جالن نانهن ۾ ڪيڙا نينهن نهال
* بحر عميق ۾ ڪيئي ويڙا، ڪنهن ڪنهن لڌڙو يار جو سير
* آدم حوا مظهر منهنجو، شوقئون ٿيڙس شيث.
* ذات ڇپاوت، لوڪ پلاوت، لالن ڪيڙو لبيس
* پاٽون پاڻ سان لنوڙي جا لاءِ خاص اچي منجهه خاڪ

حالت اپادان لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي معياري لهجي ۾ اسم جي پويان (آن) پڇاڙي لڳائي ويندي آهي، جيئن گهران، هنڌان پر اترادي لهجي ۾ (ئون) پڇاڙي ڪم ايندي آهي. مثلاً: گهرئون، هنڌئون جن ۾ (ئون) پڇاڙي ڪم آيل آهي.

* ساهئون ويجهو سپرين، پرين ناهه پري
* نينهؤن ڪر نظر، جو مڙئي محبوب آهه
* مليرئون مون ڏي مڪا، سرتين سنيها.

ظرف "جتي ۽ ڪتي"، اتراديءَ ۾ "جاتي ۽ ڪاتي" ڪم ايندا آهن بيدل سائين ٻه اڪثر "ڪاتي" ڪم آندو آهي.

* ڪاتي چاڪر چائيان، ڪاتي خاصو ريس
* ڪاتي هندو، ڪاتي مومن، اهو رکيائين رايو.

جيڏانهن ۽ ڪيڏانهن جي جاءِ جاڏي ڪاڏي ڪم اچي ٿو. بيدل جي سٽ آهي:

جاڏي ڪاڏي چاڻ، موجودي محبوب جي.

اترادي لهجي ۾ "ڪان، تان، مان" حرف جر جي بدران "ڪئون، تئون، ۽ مئون،" ڪم ايندا آهن بيدل سائين ٻه ائين ڪيو آهي.

* عبديت جي اَلَ، لا سان لاهه وجود تئون
* لکيو لوڙي سيڪا، ڪانہ لکئي ڪؤن ڏار

خرف جملو "يا" اتر ۾ "ڪين" استعمال ٿيندو آهي. جيئن بيدل سائين فرمايو آهي،

* پاڻ تو پيدا ڪيو، ڪين مون چيئہ انسان ڪر
* گهرج هئي توکي گهڻي، ڪين مون چيئہ احسان ڪر

بيدل سائين جي ڪلام ۾ ڪم آيل ٻوليءَ جي هڪ خاص خوبي هيءَ آهي تہ بيدل سائين تصوف جي حوالي سان چيدا چيدا لفظ ۽ اصلاح ڪم آڻي پنهنجو نظريو واضع ڪيو آهي.

تاريخي اعتبار ڪان سنڌي ٻوليءَ عربي ۽ فارسيءَ جا ڪيترائي سهڻا ۽

سلونا لفظ پاڻ ۾ جذب ڪري ڇڏيا آهن. صوفيا ۽ مسلڪ وارن بزرگن اڪثر ڪري عربي فارسي لفظ ڪم آڻي سنڌي ٻوليءَ جي سونهن ۾ ڇڱو ئي اضافو ڪيو آهي. بيدل سائين جي ڪلام ۾ آيل اهڙن چند لفظن ۽ اصطلاحن کي هت ڄاڻائجي ٿو جيڪي خاص طور صوفيانہ نڪتا نروار ڪرڻ ۾ گهڻي مدد ڪن ٿا.

همہ اوست، شهود، اثبات، هستي، عياني، رندي، راز ۽ رموز. سالڪ، مستي، اسرار، الوهيت، ربوبيت، ايڪائي، دوئي، وحدت، صفات، طلسمات، درجات، هستيءَ جو حجاب، بيرنگي ۽ رنگ، حقيقت، عارف وغيره.

سنڌي شاعري ۾ قرآن مجيد جون آيتون ۽ عربي مقولا ڪم آڻڻ جي روايت گهڻي پراڻي ۽ پختي آهي. بيدل سائين بہ هن راه تي رمندي تمام گهڻيون قرآني آيتون بيتن ۾ ڏنيون آهن. مثلاً

لاخوف عليهم ولاهم يحزنون
خلق الاشياءُ فهو عينها،

۽ ٻيون بہ ڪيتريون آيتون آهن جن سان بيدل سائين جي نظريہ تصوف کي سمجهڻ ۾ تمام گهڻي مدد ملي ٿي.

جيئن تہ بيدل سائين کي سرائڪي ٻولي گهڻي پسند هئي، بلڪ سندن وڏن جي مادري ٻولي هئي. بيدل جي سنڌي ڪلام تي سرائڪيءَ جو رنگ بہ چڙهيل آهي، هت صرف ٻہ سٽون پيش ڪجن ٿيون.

* گهنُ امانت عشق جي جي سڏائين آدم
* تخلقو باخلاق الله" ٻي ڪا چلي نہ چال

"گهنُ ۽ چلي" سرائڪيءَ جا سلوڻا لفظ آهن جيڪي ائين ٿا لڳن ڄڻ منڊيءَ تي ٽڪ.

**حوالا**


١ـ اختر درگاهي، بيدل جو اردو ڪلام. سچائي اشاعت گهر دڙو، ١٩٩٧ع ص. ٣٢
٢ـ اختر درگاهي، حوالو ساڳيو ڪتاب ص: ٢٠
٣ـ موسوي. عبدالحسين شاهہ، ديوان بيدل سنڌي ادبي بورڊ ١٩٩١ع ص ـ٥٦
٤ـ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، لاڙ ادبي سوسائيٽي بدين. ١٩٩٩ع ص:

# تصوف ۽ بيدل

حافظ ارشد انڙ

فقير قادر بخش بيدل تي لکڻ کان اڳ ۾ ضروري سمجهان ٿو ته تصوف جي باري ۾ ڪجهه عرض ڪيان، تصوف جي تعريف Defina-tion تصوف جا درجا ۽ پهرين دور جي صوفين جي عقيدن جي باري ۾ ڪجهه نه ڪجهه لکان ته جيئن مضمون جي پڙهندڙن جي آڏو صحيح ۽ صاف تصوف جو نقشو ۽ تصور ابري سگهي.

سنڌ جي سموري ادبي ذخيري ۾ توڙي اهو عربي ۾ آهي، فارسي ۾ لکيو ويو آهي يا سنڌي ٻولي ۾ تحرير ٿيو آهي. ان تصوف جي باري ۾ اسان کي ڪي خاص ۽ وڏي پائي جون تصنيفات نظر نٿيون اچن. سنڌ ۾ تصوف جا عامل ۽ متصوف ته تمام گهڻا ٿي گذريا آهن، پر تصوف جي علم ۽ ان جي فلسفي تي گفتگو ڪندڙ اسان کي نظر نٿا اچن. ان جي ڪري سنڌ ۾ جڏهن به ڪن تصوف تي لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته ان کان اهو ڪجهه نه لکجي سگهيو آهي، جنهن ۾ لکڻ جو حق ادا ڪري. اڏورين، اٽپورين ۽ ٿوري ڄاڻ جي آڌار تي لکيل لکيتن جي ڪري جيڪي عقيدا ٺهيا آهن ۽ ماڻهن جي دلين ۾ پيدا ٿيا آهن، اهي بنهه گمراهه ڪندڙ آهن ۽ حق ۽ سچ جي راهه کان پري ٿا نظر اچن. تصوف ڪهڙي شيءِ آهي، تصوف ڪهڙي عقيدي ۽ عمل جو نالو آهي؟ اچو ته ان کي وڏي عالمن جي تحريرن جي روشني ۾ ڏسون:

"تصوف هڪ اهڙي ذوق، شوق ۽ جذبي جو نالو آهي جيڪو صوفي جي دل ۽ دماغ ۾ پنهنجي محبوب ۽ آقا سان ملڻ لاءِ ايڏي ڏماڪي دار طاقت ۽ زور سان پيدا ٿئي ٿو ۽ صوفي جي دل ۾ گهر ڪري ٿو، جو ان

جي عقلي ۽ جذباتي زندگي جا دنيا کان سڀ لڳ لاڳاپا ڪٽجي وڃن ٿا، هن جي تن جون تارون صرف هڪڙي ئي تار ۽ تان آلاپن ٿيون. اها آهي مالڪ جي طلب ۽ تار. صوفي پنهنجي جيئڻ جو مقصد حيات مالڪ کي بنائي ٿو، ڳالهائي ٿو، ان پرين جي باري ۾، سوچي ٿو ان جي باري ۾، ياد ڪري ٿو ته فقط ان ذات کي ئي ياد ڪري ٿو ۽ ڳڻ ڳائي ٿو ته به ان ئي هستي جا ڳڻ ڳائي ٿو ۽ هن جون ديدون هر طرف کان پرينءَ جو ئي درشن ڪن ٿيون:

"جيڏانهن ڪريان پرک تيڏانهن سڄڻ سامهون."

سمايا تو جب سے نظروں میں میرے
جدھر دیکھتا ہوں ادھر تو ہی تو ہے

اسان مذهب وارن کي ٻن ٽولن ۾ ورهايون ٿا، هڪڙا اهي جيڪي عقل جي حڪمراني جي ڳالهه ڪن ٿا ۽ عقل کي ئي حاڪم مڃين ٿا، عقل وارا شريعت جي پوئواري، ان جي احڪامات تي عمل ڪرڻ پنهنجي زندگي جو مقصد بنائين ٿا ۽ جنت جي طلب ۾ رهن ٿا. مذهب جي مڃيندڙن جو ٻيو ٽولو عشق وارن جو آهي، عشق وارا اطاعت ۽ شريعت جي حڪمن جي پوئواري سان گڏ محبت (طريقت) کي به ضروري شيءِ سمجهن ٿا ۽ جنت کان وڌيڪ مالڪ جي مرضي حاصل ڪرڻ ۽ ان جي ديدار جو حظ حاصل ڪرڻ کي سڀ کان وڌيڪ سمجهن ٿا. ان ٻي ٽولي کي صوفي سڏجي ٿو، ٻين لفظن ۾ ائين کڻي چئجي ته صوفي معنيٰ "عاشق" صوفي ۽ عشق ان معنيٰ موجب هڪ شيءِ آهن.

هاڻي تصوف جي تعريف جيڪڏهن هنن اکرن ۾ ڪبي ته به بيجا نه ٿيندي: "تصوف ڇا آهي؟ خدا پاڪ سان ملڻ، ان تائين پهچڻ يا ان مالڪ جي شديد آرزو، انساني روح جو پنهنجو اصل ڏانهن تانگهو، ڇڪ ۽ لاڙو يعني خدا سان وصل جو اشتياق. ان اپٽار سان اسان جي ذهن ۾ اها ڳالهه چٽي طرح سان ويهي ٿي ته تصوف الله تعاليٰ کي راضي ڪرڻ جي هڪ طريقي ۽ پروگرام جو نالو آهي. شريعت ۾ ذات باري تعاليٰ يا وجود مطلق جو نالو "معبود" آهي ته عشق ۽ طريقت ۾ ان هستي کي معبود جي بجاءِ "مقصود" سمجهيو وڃي ٿو.

انسان جي دل دماغ ۽ اکين ۾ خدا تعاليٰ حسن جي محسوس

ڪرڻ، ان تي اڪن چڪن ٿين ۽ ان کي اکين ڏسي ٽري ٽار ٿيڻ جو جذبو رکيو آهي. سونهن جي ڏسڻ، پسڻ ۽ ان جي اشتياق جو جذبو هڪ وجداني ڪيفيت آهي، حسن جتي به نظر اچي ٿو جنهن به مورت ۾ پسجي ٿو، اکيون اوڏانهن پاڻون پاڻ ڪڇن ٿيون ۽ دل جي تانگهه وڌندي رهي ٿي. ان جو سبب اهو آهي ته انسان کي الله تعاليٰ پنهنجي صفات جي جلوي سان جوڙي جنسار ۾ نروار ڪيو آهي، خلق آدم عليٰ صورته- هو خود به حسين آهي حسن جو خالق ۽ ان جو قدردان آهي ته انسان ۾ به حسن لاءِ اهڙائي جذبات رکيائين، جيڪي سندس ذات جو عڪس هئا. الله جميل و يُحبّ الجمال.

هاڻي جيڪڏهن ڪائنات جي حسين جلون ۾ نظر ڊوڙائبي ته عشق حسن جي تجليات ۽ جمال جي جلون جي جستجو ۾ نظر ايندو. پر جيڪڏهن ان ۾ غور جي نظر سان ۽ ڳوڙهي اڀياس سان ڏسبو ته زيبائي ۽ حسي جمال حقيقت ۾ حسن ازل ۽ حقيقي حسن جو پاڇولو يا عڪس ئي محسوس ٿيندو. معقولات جي علم جي ڄاڻن جو خيال آهي ته ظاهري حُسن جو احساس يا ادراڪ عقل جي ذريعي سان ٿئي ٿو ۽ اندروني يا روحاني جمال جو مشاهدو فقط آتما يا روح جي آڌار تي ٿئي ٿو، ان ڪري عقل خود جمال آهي ۽ روح ذاتِ جمال جو نالو آهي.

مٿين ڳالهه تي جيڪڏهن غور ڪبو ته اهڙا ڳالهه بلڪل صاف نظر ايندي ته ظاهري ۽ صورتگري واري حسن جي آندمانڊ، اشتياق ۽ جذبو شاعر فنڪار ۽ اهلِ نظر رکن ٿا، جڏهن ته دلين جا ڏٺي ۽ روحانيت جا صاحب صورت جي مشاهدي کان وڌيڪ اندروني حسن، فضائل ۽ ڪمالات ۾ حسن جو مشاهدو ڪن ٿا. تنهن ڪري ڪامل عاشق اهي انسان سڏجن ٿا، جيڪي مادي حسن و جمال جي جادو نگري کان پاڻ کي مٿاهون رکن ٿا، صورتن ۽ جسماني نظارن جي پسار ڪرڻ کان پاسو ڪن ٿا ۽ حقيقي حسن ۾ غور ڪن ٿا. ان رتبي تي رسڻ کان پوءِ سالڪ کي سمورو حسن پنهنجي مطلوب ۽ مقصود ۾ نظر اچي ٿو، سالڪ انسان وصال ۽ اتصال جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ پنهنجي پرين سان اتحاد ۽ وحدت گهري ٿو. جو ته حقيقي وطن ”وحدت“ آهي.

ان تمهيد کان پوءِ اسان ڪجهه بيون ڳالهيون به توهان جي آڏو آڻڻ

گهرون ٿا جن جو تفصيل هن طرح سان آهي:
شاعر گهڻو ڪري ٻن جذبن جي گهٽائي جي پيداوار آهن، هڪ ڏک جي گهٽائي ۽ ٻيو خوشي جي ڪثرت. ذهين انسان، تيز احساسن ۽ جذبن وارا ماڻهو تڪي ۽ نتيجن تائين پهچندڙ نظرن وارا محسوسات جو تکو مشاهدو ڪن ٿا ۽ محسوسات کي پنهنجي اکرن جو روپ ڏين ٿا، جيڪو اسان جي ٻولي ۾ شعر سڏجي ٿو. شاعر گهڻو ڪري حسن جي ظاهري ۽ نظر ايندڙ وصفن کي بيان ڪن ٿا. دنيا جي سڀني ٻولين جي شاعرن ۽ انهن جي ڪلام تي نظر ڦيرائبي ته اسان کي سڀ شاعر دنيا جي ظاهري محبوب جي ظاهري حسن 'هن جي خد و خال' 'هن جي قدوقامت' 'هن جي بيهڪ' محبوب جي نڪ، اکين، گهنڊيدار وارن، رخسارن، چال ڍال، ان جي بيهڪ، گفتار ۽ رفتار جي ڳالهه ڪندا نظر اچن ٿا. انهن شاعرن کي اسان ظاهري جلون جو شاعر، مجاز جو موهيل ڪري يا وڌ ۾ وڌ حسن جو شاعر سڏي سگهون ٿا. پر شاعرن جي ان گروه کان سواءِ شاعرن جي هڪ ٻي به جماعت آهي، جيڪا مجاز کان وڌي ڪري، حسن ازل يا حسن حقيقت تائين پهچي ٿي. اهي سڀ به حسن پرست ته ضرور آهن، پر حقيقت ڪلي جي ادراڪ ڪرڻ ۾ ڪامياب ويا آهن. پنهنجي محبوب جو درشن به ڪيو اٿائون ته ان ذات تائين پهچڻ ۾ به ڪامياب ٿيا آهن.
اهو گروهه جيڪو حسن جي ڳولها ڪندي، نظارن ۾ تڪيندي، درياهه جي لهرن کي ڏسندي، ماڪ جي ڦڙن، چشمن جي جهرنن، آبشارن تان ڪرندڙ حسين وهڪرن کي ڏسندي، آوازن جي حسن، ڪوئل جي ڪوڪن، بلبل جي لاتن، رات جي پهر ۾ پاڻي جي تلاءَ ۾ ڪنهن سانتيڪي رات ۾ انهن مان اٿندڙ مڌر موسيقي جي منڙن ڏيڏرن جي گڏيل آوازن ۾ حسين ترائن ۽ وادين جي نظارن ۾ حسن جي جلون کي ڏسندي ۽ پسندي انهن جي جوڙيندڙ ۽ خلقڻهار جي حسن تائين پهتو آهي. ان ۾ گم ٿي ويو آهي، فنا ٿي ويو آهي، ان کان سڀ ڪجهه وسري ويو آهي. اهو پنهنجي ذات کي به وساري ويٺو آهي، اهو فاني دنيا جي فاني ۽ ايندڙ ويندڙ نظارن کان نڪري ڪري بقا جي وادي ۾ پهچي ويو آهي، اهو فقط صوفي شاعرن جو ٽئي گروهه آهي.

لطيف سائين فرمايو:

ناز منجهاران نڪري، جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ،
پون پڻ بسم الله چئي راه چمي ٿي رنڌ،
ايون گهٽيون ادب سين حورون حيرت هند،
مونکي سائين جو سوڳنڌ ساجن سينان سهڻو.

اهڙن شاعرن جو انداز اهو آهي ته انهن حسن کي ظاهري اکين سان ڏسڻ چڏي ڏنو آهي، چو ته اکين سان نظر ايندڙ حسن اڇٽي وڃڻي شيءِ آهي، اهڙا شاعر حسن جو جلوو دل جي اکين سان پسن ٿا. جتي بدن ۽ بوتي وارين اکين جو پهچڻ مشڪل آهي. لطيف سائين فرمايو:

اکين کي آئون، جان ڪي جهلون پانيان،
لوڪ لتاڙي ننڊ ۾، سجڻ سوناٽون،
مونکي ماريائون، پاٽان پرچي آئيون.

فقير بيدل سائين تي ڪو اهڙو وقت به آيو هو، جڏهن هو بوتي جي بند ۾ قيد هو، صورتون ۽ مورتون ٿي ڏنائين، انهن جي حسن جي وادين ۾ چهل قدمي ڪري رهيو هو ۽ مجاز جي موهه ۾ ئي موهيل هو:

حيران هوں کہ قد تمهارے کو کیا کهوں
طوبی کهوں که سروه نخلِ وفا هوں

١ - تيرے حسن کی دیکھ تجلی ای رشک حور،
سورج کہوں کہ چاند که نورِ خدا کهوں۔

٢ - مشکیں زلف تیری کوں ای غیرت ختن،
مارِ سیه کهوں کہ کمند دغا کهوں۔

٣ - ابرو تمهارے کون جو هے هلال شکل عید،
محراب مسجده طاعت اهل صفا کهوں

٤ - تيرے نین پر خمار کون سرمست باده ناز،
یا بیخودی کا جام یا سمر بلا کهوں۔

بيدل فقير پنهنجي مجازي محبوب غلام محمد جي وصال کي بيان

ڪندي هڪ هنڌ چوي ٿو:

آن مخلص يگانه که خوش بود محبتش،
رفت از جهاں بماند دل داغ حسرتش
مقبول حق غلام محمد که دور زد،
خوں شد دلم ز سوز غم و درد فرقتش
يا رب دوام باد بحق حبيب تو،
فيضان ابر رحمت برخاک تربتش۔

آخر مجاز جي موهيل بيدل فقير تي حقيقي حسن جي پالوٽ ٿئي ٿي ۽ هو مجاز جي موهه مان نڪري ڪري سچي عشق ڏانهن اچي ٿو ۽ مجاز کي حقيقت جي ڏاڪڻ بنائي فنا في الله ٿي وڃي ٿو، المجاز قنطرة الحقيقة.

بيدل حقيقي حسن ۽ ان جي جلون پسڻ کان پوءِ هن طرح سان ڳالهائي ٿو:

عقل جو ويو اختيار عشق اناالحق جو دم ماريو،
عشق عقل جي لڳي لڙائي عشق ڪٽي جنگ عقل هارائي،
هيڪل هڪ هسوار ڪيڏي ڪٽڪ کي برهه پڇايو.

سمجهه رک سالڪ سچا، ڏس هوبهو محبوب آ،
ثمر وجه الله ڪنين سڻ، سوبسو محبوب آ،
جنهن پيتو ساغر صفا جو، تنهن وساريو هي وجود،
ان جي فڪرت ۾ مدامي، روبرو محبوب آ،
ڪل شيءِ هالڪ الا وجه تحقيق ڄاڻ،
سُرت رک ’بيدل‘ سمجهه، بي توبه تو محبوب.

الا الله اثبات ڪر اهو ئي ايمان،
انت الموجود في الدارين مڃ ٿي مسلمان،
معبودي جو مان، پاڻ سڃاڻي پاءِ تون.

الا الله اثبات ڪر جيئن ڪيو حلاج،
لا اله الا انا فاعبدون، هي حلاجي حاج،
ماڻي تون معراج، پاڻ پروڙين پنهنجو.

# عشق ڪيم اظهار

## خادم عباسي

سڀ ساراھ ان صاحب کي سونهي جنهن انسان کي "اني جاعل في الارض خليفہ (تحقيق مان زمين تي نائب موڪلڻ چاهيان ٿو) جو لقب ڏئي ملائڪن جو مسجود بنايو. سڀ واکاڻ ان واحد حقيقيءَ کي جنهن انسان کي "لقد کرمنا بني آدمر" (تحقيق انسان کي شرف وارو ڪيوسين) جو تاج پهرايو. جنهن محبوبِ لم يزلي "لقد خلقنا الانسان في احسن تقويمر" جو شرف بخشيو. اِهي سڀ لقب لاثاني پر صوفياءِ ڪرام وٽ جيڪو شرف انسان کي ازلي ورثي ۾ مليو اُهو هي آهي (ترجمو): "بيشڪ اسان آسمانن، ملائڪن ۽ جبلن کي امانت آڇي پر انهن کڻڻ کان انڪار ڪيو". صوفين سڳورن ان امانت مان مراد "عشق" ورتي آهي جنهن کي انسان ئي چمي چشمن تي کنيو. حافظ شيرازي ان لاءِ فرمائي ٿو:

"آسمان بار امانت نتوانست ڪشيد،
قرعِ فال بنامر من ديوانہ زدند"

سچل سائينءَ بہ ان اثر هيٺ چيو تہ:

"اها امانت عشقي والي نهين ميسر ملڪان"

اها ساڳي تند بيدل سائين بہ تنواري:

بار برھ تا باري جو چاتا، عرش ملڪ افلاڪ نہ چاتا
عشق سارا سر تي اُٿايا.

خسرو ساڳي حقيقت هن طرح ٿو بيان ڪري:

خسروا در عشقبازي، ڪمر ز هندو زن باش

ڪز برائي مرده سوزد، زنده جان خويش را.

بيدل اهو ساڳيو خيال هن طرح ٿو سمجهائي:

”هندو زال کان هيٺ نہ ٿي، جي طالب آهين تڪرار
ماٺ ڪري پئو مچ ۾ عاشق ڇڏ اختيار.
آهيان مان اسرار، عالم ليکي آدمي
عرشئون اچي اتهين عشق ڪيم اظهار

سچل بہ عشق جي منصب کي اکين تي رکي فرمايو:

عشق لڳي تہ ڪر آمين، نا منجهہ ڪفر نا منجهہ دين

پر بيدل فقير بہ عشق کي اکين تي رکي لک شڪرانا ٿو ڪري:

عشق عطا ڪيائون توکي، بيدل ڪر شڪرانا

بيدل سائين عشق جي واکاڻ ڪندي فرمائي ٿو تہ عشق امام، محمد ۽ مهدي آهي جيڪي دل ۾ دغا ۽ دوئي رکن ٿا اُهي دجال آهن:

عشق امام 'محمد' مهدي، دوئي اٿي دجال

پر بيدل فقير وڏو عالم هيو ماڻهو کيس بزرگ سمجهندا هئا پر جيئن شاهہ لطيف فرمايو:

عقل مت شرم، ٿيئي نينهن نهوڙيا

ايئن بيدل سائين بہ فرمائي ٿو تہ:

بدنامي ڌي پڳ تي ٿهندا، ڦٽ لعنت دا ڦل پلا
برهہ بزرگ ساري نيتي، تنهن ڪون آکيوسي ڇُل پلا،

يا

برهہ جا بار بدناميون چمي چشمن تي چاياسي
بزرگيءَ کان پڇي بيدل رنديءَ جا رنگ رچاياسي

اهڙي بزرگي، پيري ۽ مشائخي کي سچل بہ ننديو آهي:
”عاشق ٿيوين مشائخ نہ ٿيوين ڪِها ڪم تنهين وچ
بزرگ شيخ مشائخ يارو، نا مخدوم ٿياسي.

عشق اعليٰ منصب آهي ان لاءِ شينهن جي دل گهرجي فارسيءَ ۾ بہ

ڪنهن درويش چيو آهي ته:

جگر شير نه دارد، سفر عشق مه ڪُن

چو ته پرينءَ وٽ پهچڻ جو ذريعو فقط عشق ئي آهي.
شاهه صاحب به چيو آهي ته

پاڻ مه ڪٽج پاڻ سين وسيلا وڃاءِ،
عشق ساڻ اناءِ، پير پريان جي پار ڏي.

چو ته جن جو عشق هادي، رهبر اڳواڻ آهي ان کي ڪو به گمراهه يا ڀُلائي نه ٿو سگهي، خود بيدل سائين چوي ٿو ته:

جنهن نون عشق بتاوي راهه
تنهن نون ڪون ڪري گمراهه

بيدل جي محبت ۽ عشق جو معيار هنن سٽن مان به ظاهر آهي:

مڪ ماهي دا ڪعبا قبلا عشق امام حقاني
زهد عبادت تقوا تاون، اعليٰ عشق رباني.

ظاهر بزرگي ۽ پارسائي عشق جي اڳو هيچ آهن. خوش خير محمد فقير به فرمائي ٿو ته عشق تقدير آهي ان کي ڪائي تدبير ٽاري نه ٿي سگهي:

عشق سارا تقدير، متان ڪو تدبير هلائي

عشق سائين ته اجان ٻه وڪون اڳتي هيئن به چوي ٿو:

عشق لڳا مبارڪ هووئي، اها دعا فقيران دي آهي.

علامه اقبال به فرمائي ٿو ته موجوده زماني جا علم ۽ فَنَ خدا وٽ پهچڻ کان روڪين ٿا:

دانش حاضر حجاب اڪبراست
بت پرست، وَبت فروش و بت گراست

ساڳي طرح دنياوي عقل به انسان کي گمراهه ڪري ٿو ۽ ان جو مڪمل علاج آهي عشق:

علم عقل کان ٿي پري، سڪ سوز جي صلاح ڪر
مذهب واري قيد کان بيدل عشق ڪندو آزاد.

مولانا رومر جو اثر سنڌي صوفي شاعرن تي گهڻو رهيو آهي. سندس مثنويءَ جي مقبوليت جو اندازو ان ڳالهه مان به لڳائي سگهجي ٿو ته شاهه لطيف به سفر ۾ مثنوي شريف کڻندو هيو. بيدل سائين ته فارسيءَ جو يگانو عالم هيو: مولانا رومر عشق جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو:

شاد باش اي عشق خوش سودائي ما،
اي طبيب جملہ علت هائي ما،
اي دوائي نخوت ناموس ما،
اي تو افلاطون وجالوس ما.

ان خيال جي تائيد بيدل سائين هيئن ٿو ڪري:

عشق هي پير پيغمبر ميڏا، عشق هي هادي رهبر ميڏا
عشق هي حيدر صفدر ميڏا، عشق هي ميڏي پشت پناهہ

عشق جو بيدل سائين ايستائين گهوارو آهي جو فرمائي ٿو:

"بيدل برهہ جيهي ڪائي چيز نهين چاندا قسم يلي قرآن دا مين"

روشن علي شاهه ته ايستائين وڃي واڪي چوي ٿو ته عشق اسان کي ان مرتبي ۽ منزل تي پهچائي ٿو جت ملائڪ سڳورا به پهچي نٿا سگهن.

عشق چڏي ٿو ات پهچائي، جاءِ جبريل جي جت ناهي
پوريل در ٿو پٽي، جڏهن عشق اچي انسان ۾.

بهرحال عشق خدا جي امانت آهي جنهن کي عطا ڪري.

# بيدل جي ڪلام تي ٿيل تحقيق جو مختصر جائزو

## محمد پُنهل ڍهر

سنڌ جي عظيم صوفي شاعر فقير قادر بخش بيدل جي سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام کي سڀ کان پهريائين مسٽر گدومل هرجاڻي پڻ پاڳُن ۾ ”وحدت نامہ“ (مطبوعہ ۱۹۴۳ع) ۽ ”ديوان بيدل حصو اول“ جي نالي سان ڇپايو. اُن کان پوءِ مسٽر راڄپال بولچند، ”بيدل جو سنڌي ڪلام“ جي نالي سان ڪتاب ڇپايو. سيد عبدالحسين شاھ موسوي لکي ٿو تہ ”مسٽر راڄپال واري نسخي لاءِ جيتوڻيڪ چيو وڃي ٿو تہ منجهس سمورو سنڌي ڪلام آهي. تاهم بہ قارئين ڪرام کي معلوم ٿيندو تہ منجهس ڪيترين ئي ڪافيون ۽ بيت ڪٽل آهن:(۱)

اُن کان پوءِ بيدل جي سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام کي عبدالحسين شاھ موسوي ڪوشش وٺي ”ديوان بيدل“ جي صورت ۾ سهيڙيو. هن ديوان مرتب ڪرڻ مهل، مسٽر هرجاڻي ۽ مسٽر راڄپال وارا مٿي ڄاڻايل مذڪوره ٽيئي ڪتاب بہ موسوي صاحب جي سامهون هئا. اِنهن ڇپيل ڪتابن کان علاوه بيدل جي ڪلام جا ڇهہ عدد قلمي نسخا ۽ چار عدد قلمي بياض بہ وٽس موجود هئا. اِنهيءَ ديوان ۾ بيدل جي ٽن منظوم سنڌي تصنيفن، ”وحدت نامہ“ ”فرائض صوفيہ ۽ ”سرود نامہ“ ۾ موجود سنڌي ۽ سرائيڪي سموري ڪلام کي شامل ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ کان علاوه موسوي صاحب ٻين بہ ڪيترين ئي قلمي ۽ ڇپيل ڪتابن تان بيدل جو اڻ ڇپيل ناياب سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام بہ هٿ ڪري اِنهيءَ ۾ شامل ڪيو.

اُنهيءَ ڪانپوءِ بيدل جي ڪلام کي هٿ ڪرڻ لاءِ موسوي صاحب

ڏينهن رات ڪوشش ڪندو رهيو. ايتريقدر جو ڪتاب ذريءَ گهڻ ڇپجي چڪو هو ته ڪيس وڌيڪ ڇهه ڪافيون هٿ آيون، جن مان چار سنڌي، هڪ سرائيڪي ۽ هڪ سرائيڪي آميز سنڌي ڪافي آهي. اِنهن ڪافين جي هٿ اچڻ متعلق پاڻ لکي ٿو ته "جناب خان صاحب امير بخش خان مهر ايم ايل اي وٽ سنڌي ڪافين جو چڱو ذخيرو پڌبو هو. بيدل جي ڪلام گڏ ڪرڻ وقت اُن جي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، پر ناڪامي ٿي. آخر هينئر قلمي ڪتاب موسوم به. چمن بي نظير........ جناب خان صاحب موصوف وٽان مليو، جنهن مان ڪلام پيٽڻ بعد پنج ڪافيون وڌيڪ مليون. محامد نصاب جناب پير حُسام الدين راشدي شاهه صاحب پڻ مڪرر مهرباني فرمائي هڪ بياض موڪليو آهي........ جنهن مان به هڪ ڪافي ملي، جملي ڇهه ڪافيون بصد شڪر و امتنان عرض رکجن ٿيون."(٢)

اِهي ڇهه ئي ڪافيون مذڪوره ديوان بيدل جي آخر ۾ ضميمي ٢ طور شامل ڪيون ويون آهن.(٣)

عبدالحسين موسوي صاحب جو ترتيب ڏنل- بيدل جي سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام جو اِهو نسخو "ديوان بيدل" جي نالي سان ئي، سال ١٩٥٤ع ۾ پهريون ڀيرو "سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد" پاران ڇپجي نروار ٿيو، اِنهيءَ جي ڇپجڻ کان پوءِ به موسوي صاحب، فقير بيدل جي وڌيڪ ڪلام جي ڳولا لاءِ ڪوشش ڪندو رهيو. ايتريقدر جو بعد ۾ به ڪيس هڪ قلمي بياض تان بيدل جي هڪ ڪافي هٿ آئي، جيڪا ديوان بيدل جي ٻئي ڇاپي ۾ شامل ڪري شايع ڪرايائين. اِنهيءَ متعلق پاڻ لکي ٿو ته "سن ١٩٥٥ع ۾ فقير بيڪس جي دستخط ديوان بيدل جي نسخي جي خبر پئي، جو خريد ڪري پاڻ وٽ محفوظ رکيو ويو ته ٻئي ڇاپي وقت ساڻس ڀيٽي ڇپٽو ڏبو. اِها خبر جناب سيڪريٽري صاحب، سنڌي ادبي بورڊ کي ڪئي ويئي، جنهن پڻ اِنهيءَ خيال جي تائيد ڪئي ۽ مون کي وقت اچڻ تي ڪتاب ڀيٽڻ لاءِ ڏياري موڪليو. قلمي نسخي سان ڀيٽ ڪندي مختلف پڙهڻين ڪانسواءِ فقط هڪ ڪافي ڪم نظر آئي، جا درج ڪئي ويئي آهي."(٤)

نوجوان ليکڪ اختر درگاهي، ديوان بيدل جو گهرو مطالعو ڪري

هڪ مضمون ”ديوان بيدل جو ايياس“ لکيو آهي، اِنهيءَ مضمون ۾ هِن ديوان بيدل ۾ درج ٽن سنڌي ڪافين (٥) کي الحاقي ڄاڻائيندي چيو آهي ته، اهي ٽيئي ڪافيون بيدل جون نه آهن. پنهنجي انهيءَ جواز جي تائيد ۾ دليل به ڏنا اٿس، جن مان ٻن ڪافين لاءِ ته سندس دليلن کي سنئو وزن آهي، ڇاڪاڻ ته اِنهن ٻن ڪافين جي الحاقي هجڻ لاءِ ثبوت به فراهم ڪيا اٿس. ليڪن هڪ ڪافي ”پاڻ تو پيدا ڪيو.......“ جي الحاقي هجڻ واري جواز ۾ ڪوبه وزن نه اٿس نه وري اُنهيءَ جي ثابتي لاءِ ڪو ثبوت به پيش ڪري سگهيو آهي. اِنهيءَ ڪافي متعلق صرف ايترو لکيو اٿس ته ”اِها ڪافي بيدل جي ڪلام جي ڪنهن به مستند قلمي نسخي ۾ موجود ڪانهي ۽ اُن جي متان به ڪا راڳڻي يا روپ ڏيکاريل نه آهي، جيئن بيدل جي هر ڪافي ۾ ملي ٿو. اِنهيءَ ڪانسواءِ اِنهيءَ ڪافي ۾ بيان ڪيل ٻولي ۽ شاعراڻو اظهار بيدل جهڙي باڪمال شاعر جي ڪلام سا مشابهت نٿو رکي. اِها ڪافي شايد موسوي صاحب فقيرن کان ٻڌي بنا تحقيق ديوان بيدل ۾ شامل ڪئي آهي، ڇو ته ڪافي جي حاشئي ۾ ڪنهن به نسخي يا بياض جي مختلف پڙهڻي ڏنل ناهي، البته اِنهيءَ ڪافيءَ جي اصل خالق جو پتو پئجي نه سگهيو آهي:(٦)

محترم اختر درگاهي جي انهيءَ ڪافي جي الحاقي هجڻ متعلق سندس هر هڪ سبب جو جواب ڏيئي، هيٺ اهو ثابت ڪنداسين ته اِها ڪافي بيدل فقير جي ئي آهي جنهن لاءِ سندس پهريون سبب ته ”اُن جي متان ڪا راڳڻي يا روپ ڏيکاريل نه آهي، جيئن بيدل جي هر ڪافي ۾ ملي ٿو.“ اِنهيءَ لاءِ عرض آهي ته ديوان بيدل ۾ اهڙيون ڪيتريون ئي ڪافيون موجود آهن، جن تي راڳڻي يا روپ ڄاڻايل نه آهي. جهڙوڪ، ڪافي نمبر ١١٦ صفحو ١٦٢، ڪافي نمبر ١٣٣ صفحو ١٦٨، ڪافي نمبر ١٦١ صفحو ١٧٨ ۽ ڪافي نمبر ٢٦٩ صفحو ٢١٩. (٧) ٻيو سبب ته ”ڪافي ۾ بيان ڪيل ٻولي ۾ شاعراڻو اظهار بيدل جهڙي باڪمال شاعر جي ڪلام سان مشابهت نٿو رکي“. اِنهيءَ جو جواب هي آهي ته، اِنهيءَ ڪافي ۾ بيان ڪيل ٻولي جو جيترو شاعراڻو اظهار انهيءَ ڪافي ۾ ڪيل آهي، شايد سندس ٻي ڪنهن ڪافي ۾ هجي، ڇاڪاڻ ته بيدل جي اِها ڪافي هڪ مشهور ڪافي آهي جنهن کان سنڌ جو تقريباً هر

هڪ مشهور ڳائڻو واقف آهي، اُهي راڳيندڙ جڏهن بيدل جي اِنهيءَ ڪافي
کي ڳائيندا آهن ته ٻڌندڙ داد ڏيئي ڪيس اِنهيءَ ڪافيءَ جي وري ڳائڻ لاءِ
زور ڀريندا آهن. تيون جواز ته "اِنهيءَ ڪافيءَ جي حاشئي ۾ ڪنهن به
نسخي يا بياض جي مختلف پڙهڻي ڏنل نه آهي." اِنهيءَ لاءِ به عرض آهي ته
ديوان بيدل ۾ ڪيتريون ئي سنڌي ۽ سرائيڪي ڪافيون اهڙيون موجود
آهن، جن جي حاشئي ۾ ٻئي ڪنهن به بياض يا ماخذ جي پڙهڻي نه ڏني
ويئي آهي، انهيءَ جو مقصد اِهو آهي ته اِها ڪافي مرتب کي صرف ڪنهن
هڪ بياض يا قلمي نسخي تان هٿ آئي آهي، يعني اِها ڪافي سواءِ
ڪنهن هڪ بياض يا قلمي نسخي جي ٻئي ڪنهن به بياض يا نسخي ۾
موجود نه هئي اِنهيءَ لاءِ محترم اختر درگاهي کي "ديوان بيدل" جي پهرئين
ڇاپي جو ضميمو ٻيون ۽ "ديوان بيدل" جي ٻئين ۽ ٽئين ڇاپن ۾ "ٻئي
ڇاپي جو ديباچو" پڙهڻ گهرجي ها، جنهن ۾ مرتب ڄاڻايو آهي ته ڪيس
بعد ۾ به مختلف مهربانن کان مليل بياضن مان چند ڪافيون اهڙيون هٿ
آيون، جيڪي ٻئي ڪنهن به نسخي يا بياض ۾ موجود نه هيون، يعني اِهي
سڀ ڪافيون ڪنهن به هڪ بياض ۾ موجود آهن، يعني اِنهن ڪافين
جو ماخذ صرف هڪ بياض يا نسخو آهي، مرتب انهيءَ ضميمي ۽ ديباچي
۾ هت آيل اهڙين سٺن ڪافين جي ماخذن جي نشاندهي ڪئي آهي،
ليڪن ٻئي سموري ديوان ۾ ڪٿي به حاشئي ۾ انهن ڪافين متعلق
ماخذ جي نشاندهي نه ڪئي ويئي آهي. اِنهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته اِها
مذڪوره ڪافي بيدل فقير جي آهي.

هيٺ بيدل سائين جون ٻه ڪافيون (هڪ سنڌي ۽ هڪ سرائيڪي)
پيش ڪجن ٿيون جيڪي ڇپيل ديوان بيدل ۾ موجود نه آهن. اِهي راقم
کي ٻن قلمي بياضن تان هٿ آيون آهن.

اباڻن جي اُڪير راتيون ڏينهان روز رُواڙي.
ماروئڙن جي ملڪ جي اندر منجهه اُڪير ساهه سدا ٿو ساري،
اباڻن جي آسري لوئي ڪنديس ليڙ پٽ پنهنوارن جي پاڙي،
ڪڏ قضا جي قيد مون عمر خان امير ڳاراڻو تنهنجو ٿو ڳاري،
بيدل بيشڪ بيوس آهيان توڙئون لکي تقدير ڪير لکي کي لاڙي.

(٨)

نہ تون رهي نہ مين رها، جنهن رهنا سو رهہ گيا.

اِهو حسن هادي هي، گهر عاشقاندي شادي هي
سِڪ روز بروز زيادي هي، معشوق خد عاشق ٿيا.

اِهو شرم نهين ڪنهين ڪار دا، ست وهم آر وِيار دا
نہ ڇوڙ در دلدار دا، نچڻ ٻيئي گهونگهٽ ڪيها.

هووي ملڻ دي چاهہ وي، رک نال سهٽي دي ٿاهہ وي
آ ماهي ڇُپ ڇُپاوي، الف آپيا شعلي پيا.

بيدل ڪر پيي دي گول وي، ٻي جاءِ نہ هرگز قول وي
گهنڊ نحن اقرب ڪول وي، حق اليقين هر جا ٿيا.
(۹)

## بيدل جو اردو ڪلام

منهنجي خيال ۾ سڀ کان پهريائين بيدل جي اردو ڪلام جو انتخاب ٻہ سيد عبدالحسين شاهہ موسوي ٿي پنهنجي مرتب ڪيل "ديوان بيدل" ۾ آندو جيڪو ڇئن غزلن ۽ ڇئن سلوڪن تي مشتمل آهي. (۱۰) بعد ۾ "ديوان بيدل" جي ٻئين يا ٽئين ڇاپي ۾ اردو جا وڌيڪ پنج غزل، تي "غزل هندي" ۽ ٻہ "ريختہ هندي" جي عنوان سان شامل ڪيا ويا آهن. (۱۱) جيڪي اڳ ۾ ديوان بيدل جي پهرئين ڇاپي ۾ سرائيڪي ڪافين واري حصي ۾ گڏيل طرح سان ڏنل هئا. (۱۲)

اُن ڪانپوءِ گُل محمد انصاري پنهنجي ڪتاب "ڪلام بيدل" (اردو) ۾ بيدل فقير جا تيرهن غزل ڏنا آهن، جن مان وري اڪثر غزلن جي صرف ٻن ٻن مصراعن کي شامل ڪري رباعين جي شڪل ۾ پيش ڪيو آهي. (۱۳)

بيدل سائين جو اردو ڪلام ڪيترو آهي، اُن متعلق ڪا صحيح ڄاڻ نٿي ملي، ديوان بيدل ۾ عبدالحسين شاهہ موسوي صرف بيدل جي تصانيف جي عنوان هيٺ ضميمي پهرئين ۾ سندس اردو تصانيف جي سلسلي ۾ صرف هڪ ننڍڙو ڪتاب "ديوان بيدل" ڄاڻايو آهي. (۱۴) جس آهي نوجوان محقق اختر درگاهي کي، جنهن اِنهيءَ طرف توجہ

ڏنو ۽ بيدل سائين جي سموري اردو ڪلام کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڀرپور ڪامياب ڪوشش ڪئي آهي. انهيءَ متعلق پاڻ لکي ٿو ته "مون ڏٺو ته فقير بيدل جي اڳ ڇپيل ڪتابن ۾ هن جو اردو ڪلام بلڪل ٿورو آيل آهي. مون بيدل جي اڻ ڇپيل اردو ڪلام جي ڳولا شروع ڪئي، خوش قسمتي سان مون کي پنهنجي نوجوان دوست ۽ روهڙي جي موسوي خاندان جي چشم و چراغ محترم سيد عبدالحسين شاهه موسوي ثانيءَ وٽان فقير قادر بخش بيدل جي صحبتي فقير قاضي پير محمد جي فرزند قاضي غلام مهدي جي هٿ اکرن ۾ لکيل فقير بيدل جي فارسي ۽ اردو ڪلام جو ناياب قلمي نسخو ملي ويو...... اُنهيءَ جي ٻئي حصي ۾ بيدل جو اردو ڪلام ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ ٦٠ (سٺ) غزل، رباعيون ۽ قطعا شامل آهن.... مون مذڪوره نسخي ۾ شامل فقير بيدل جي اردو ڪلام کي بيدل جي ڇپيل توڙي اڻ ڇپيل نسخن ۽ بياضن سان ڀيٽائي اُن جو مڪمل متن تيار ڪيو..... اِنهيءَ جي پهرئين حصي ۾ فقير بيدل جا سمورا اردو غزل ڏنل آهن، جيڪي گهڻي قدر رديفوار آهن. جڏهن ته ٻئي حصي ۾ سندس اردو، هندي ڪافيون، سلوڪ، شبد، منقبت، رباعيون ۽ قطعا شامل آهن. اهڙي ريت هن ڪتاب ۾ بيدل جي سموري اردو ڪلام کي شامل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. گدومل هرجاڻي پنهنجي ڪتاب وحدت نامه ۾ فقير بيدل جي اردو وحدت نامي (بيتن جو مجموعو) جو ذڪر ڪيو آهي. راقم الحروف کي جيئن ته ڪافي ڪوشش کان پوءِ به بيدل جو مذڪوره اردو وحدت نامون ميسر ٿي نه سگهيو، تنهن ڪري مجبوراً هن ۾ شامل ڪري نه سگهيو آهيان." (١٥)

اختر درگاهي، بيدل جي سموري اردو ڪلام کي هٿ ڪرڻ لاءِ پنهنجي طرفان وڏ کان وڏ ڪوشش ڪئي آهي، پاڻ بيدل جي اِنهيءَ اردو ڪلام کي "بيدل جو اردو ڪلام" جي عنوان سان مرتب ڪيو اٿس. انهيءَ ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ هن بيدل سائين جي سوانح ۽ اردو ڪلام تي تفصيل سان روشني وڌي آهي ۽ صفحي ١٠٧ کان ١٧١ تي بيدل سائين جو هٿ آيل سمورو اردو ڪلام ڏنو اٿس. افسوس سان چوڻو پوي ٿو ته ايڏي ساري محنت ۽ ڪوشش جي باوجود اختر درگاهي صاحب حاشيي ۾ ڪلام جا ماخذ نه ڄاڻايا آهن ۽ نه وري اُن ڪلام جون

مختلف قلمي بياضن، نسخن ۽ ڇپيل ڪتابن واريون پڙهڻيون ٻه ڄاڻايون آهن. ڏاڏو سنو ٿٽي جو ڪتاب جي ڇپيل ڇاپي ۾ اِنهيءَ طرف ڌيان ڏيئي حاشيي ۾ سموري ڪلام جا ماخذ ٻه ڄاڻايا ويا ۽ مختلف متضاد پڙهڻيون ٻه ڏنيون ويون.

هيٺ بيدل سائين جو هڪ اردو غزل ڏجي ٿو. جيڪو ڇپيل ڪلام ۾ موجود نه آهي. البت اِنهيءَ ساڳي زمين ۾ ڇپيل سنڌس هڪ ٻيو غزل ڪتاب "بيدل جو اردو ڪلام" جي صفحي ١٥٥ تي موجود آهي.

هڪ وار ملنا چاهيي، دل اڙي سُهڻي يار سان.
ڪعب قبلا روبرو، گنگا جمنا نه جائيي.
نحن اقرب نيڙي وسدا، دور نه وجنا چاهيي.

زنده رِنده يار نون ديدار ڪرنا چاهيي
مرگيا تب رهِ گيا، ارمان ڪرنا چاهيي.

ڪيا تڙپني ۾ مزاهي، قتل هو پياري ڪي هاٿ
اس ڪي لذت جا ڪي بِسمل سي پوڇنا چاهيي.

عشق ڪيا شيءِ هي، ڪسي ڪس وار پوڇنا چاهيي
ڪس طرح جاتا هي دِل، بيدل سي پوڇنا چاهيي.
(١٦)

## بيدل جو فارسي ڪلام

فقير بيدل سائين جي فارسي ڪلام جو انتخاب ٻه ڀيريون پيرو سيد عبدالحسين شاھ موسوي، پنهنجي مرتب ڪيل ڪتاب "ديوان بيدل" ۾ ڏنو آهي. اِنهيءَ انتخاب ۾ ٿي غزل- هڪ ڏگهو مخمس، سنڌس مثنوي دلڪشا مان هڪ نظم ۽ تاريخهاءِ وفات جي عنوان سان چند منظوميه شامل آهن. (١٧) فقير بيدل سائين جا هيٺ ڄاڻايل ڪتاب فارسي ۾ منظوم آهن.

١- ديوان منهاج الحقيقت، هن ۾ غزل آهن.
٢- ديوان سلوڪ الطالبين، هن ۾ ٻه غزل آهن.
٣- ديوان مصباح الطريقت، هن ۾ غزليات ڪانسواءِ قطعات، رباعيات، مخمسات ۽ قصيدا وغيره آهن.

۴ـ مثنوي رياض الفقر، هن ۾ هزار بيت آهن، جن ۾ صوفيانہ نڪتا سمجهايل آهن.
۵ـ مثنوي نهر البحر، مولانا رومي جي تتبع تي ننڍڙي مثنوي.
٦ـ مثنوي دلڪشا، هن ۾ قرآن شريف جي آيتن، حديث شريف، مولانا رومي، حافظ شيرازي ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي بيتن جي تشريح ڪئي ويئي آهي.
۷ـ تواريخ رحلت هاءِ رجال الله، اهو ڪتاب ديوان بيدل جي پهرئين ڇاپي ۾ نامڪمل ۽ ٽئين ڇاپي ۾ مڪمل طرح سان ضميمي طور آخر ۾ شامل ڪيو ويو آهي.
۸ـ ظهور نامہ در تصوف بہ نغمہ اناالحق، هن ۾ ۲۲ بيت آهن.
۹ـ رموز القادري، هي قصيده غوثيہ جي شرح آهي.
۱۰ـ ڪرسي نامہ صوفيان قادري ۲ عدد، پهريون ڪرسي نامون مڪمل طرح سان ۽ ٻيو نامڪمل صورت ۾ "ديوان بيدل" جي ٽئين ڇاپي ۾ ڏنو ويو آهي، (ڏسو، صفحو ۳۱ـ۳۲)
۱۱ـ رموز العارفين، هن ۾ مسئلہ وحدت الوجود تي روشني وڌل آهي.
۱۲ـ مثنوي هير رانجها، هي مثنوي ڪتاب "مثنويات هير و رانجها" ۾ ڇپجي چُڪي آهي، جنهن کي "حفيظ هوشيار پوري" مرتب ڪيو آهي. اهو ڪتاب "سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد" پاران شايع ٿي چڪو آهي.
۱۳ـ منتخب قصہ ليلان مجنون، هن ۾ ليلا مجنون جو قصو اختصار سان صرف ۱۸ بيتن ۾ ڏنو ويو آهي.
۱۴ـ عقايد، هي ڪتاب فارسي ۽ عربي ۾ آهي، نظم فارسي ۾ ۽ نثر عربي ۾ اٿس، اهو سمورو فارسي نظم "ديوان بيدل" جي آخر ۾ ضميمي پهرئين ۾ ڏنل آهي. (ڏسو، ڇاپو پهريون، صفحو ۳۵۷)
۱۵ـ خطبات جمع، هي ڪتاب بہ عربي ۽ فارسي ۾ آهي، نثر عربي ۾ ۽ بيت فارسي ۾ آهن.(۱۸)

بيدل سائين جي انهن منظوم فارسي ڪتابن مان صرف ٽي ڪتاب "تواريخ رحلت هاءِ رجال الله، مثنوي هيرو رانجها ۽ ڪرسي نامہ صوفيان قادري ۲عدد" ڇپيل آهن ۽ باقي ٻيا سڀ ڪتاب اڃان تائين قلمي صورت

۾ آهن. ڏاڍو چڱو ٿئي جو بيدل سائين جو اِهو سمورو فارسي منظوم ذخيرو بہ، سنڌي، سرائيڪي ۽ اردو ڪلام وانگر شايع ٿي، هميشہ لاءِ محفوظ ٿي وڃي.

## بيدل سائين جو عربي ڪلام

فقير بيدل سائين عربي ۾ ڪيترو شعر چيو آهي، انهيءَ جو مفصل طور پتو نہ پئجي سگهيو آهي. اسان کي سندس چپيل صرف هڪ عربي قصيدو ڏسڻ ۾ آيو آهي، جيڪو "ديوان بيدل" ۾ ڏنل آهي. (١٩)

## حوالا ۽ واڌارا:

١- ديوان بيدل، مرتب، سيد عبدالحسين شاهہ موسوي، ڇاپو پهريون ١٩٥٤ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. صفحو ٢ پيش لفظ.

٢- ساڳيو، صفحو ٣٥٨

٣- ديوان بيدل جي ٻئين ڇاپي ۾ اهو ضميمو ختم ڪري، اِهي ڪافيون ترتيبوار ديوان جي سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام ۾ مناسب هنڌن تي ڏنيون ويون آهن. (ڏسو، ديوان بيدل جي ٻئين ڇاپي ١٩٦١ع جو ديباچو.)

٤- ديوان بيدل جي ٻئين ڇاپي ١٩٦١ع جو ديباچو.

٥- اِهي ڪافيون، ديوان بيدل، ڇاپو پهريون ۾ ترتيبوار نمبر ١ صفحو ١٤١، نمبر ١٣ صفحو ١٤٧ ۽ نمبر ٧١ صفحو ١٧٦ تي ۽ ديوان بيدل جي نئين ڇاپي ۾ نمبر ١ صفحو ١١١، نمبر ١٤ صفحو ١١٦، ١١٧ ۽ نمبر ٧٩ صفحو ١٤١ تي موجود آهن.

٦- ٽي ماهي مهراڻ، نمبر ٣-٤/ ١٩٩٣ع (سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو) صفحو ١٢٥.

٧- اِهي ٽيئي ڪافيون سرائيڪي ۾ آهن. (ڏسو، ديوان بيدل، ڇاپو ٽيون)

٨- بياض درگاهہ پرچوندي شريف (قلمي) ملڪيت راقم جي ذاتي لائبرري.

= بياض قمرالدين ڪلوڙ (قلمي، فوٽو اسٽيٽ) ملڪيت راقم جي ذاتي

لائبرري.

= سرمست ۱۴، مرتب محمد علي حداد، سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور، صفحو ۵۲،۵۳.

۹- بياض قمرالدين ڪلوڙ (قلمي، فوٽو اسٽيٽ)

۱۰- ديوان بيدل (ڇاپو پهريون) صفحو ۳۴۱ کان ۳۴۳

۱۱- ديوان بيدل (ڇاپو پهريون) صفحو ۲٦۴ کان ۲٦٦

۱۲- ديوان بيدل (ڇاپو پهريون) صفحو ۲۲۱-۲۳۲-۲۳۳-۳۳۴ ۽ ۳۳۵ وغيره.

= بيدل جو اردو ڪلام، مرتب اختر درگاهي، ڇاپو پهريون ۱۹۹۷ع، سچائي اشاعت گهر دڙو، صفحو-۹

۱۳- ڪلام بيدل (اردو) مرتب، گل محمد انصاري، بحوالا، بيدل جو اردو ڪلام، صفحو-۹

۱۴- ديوان بيدل (ڇاپو پهريون) صفحو ۳۵۷ ۽ (ڇاپو ٻيون) صفحو ۲۸۲

۱۵- بيدل جو اردو ڪلام، صفحو ۹-۱۰ ۽ ۱٦.

۱٦- بياض قمرالدين ڪلوڙ (قلمي، فوٽو اسٽيٽ)

۱۷- ديوان بيدل (ڇاپو پهريون) صفحو ۳۴۴ کان ۳۵۱

ديوان بيدل جي پهرئين ڇاپي ۾ "تاريخهاءِ وفات" نامڪمل ڏنيون ويون آهن. البته ٽئين ڇاپي ۾ بقايا رهيل "تاريخهاءِ وفات" مڪمل طرح سان ضميمي ۲ تحت، صفحي ۲۸۳ کان ۲۹۲ تي ڏنيون ويون آهن.

۱۸- ديوان بيدل (ڇاپو پهريون) صفحو ۳۵۵ کان ۳۵۷

= ٽي ماهي مهراڻ، نمبر ۳-۴/ ۱۹۹۴ع (سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو) مضمون "بکر ۾ تصنيف ۽ تاليف جو مختصر جائزو" از- محمد پُنهل ڏهر صفحو ۸۹-۹۰.

۱۹ ديوان بيدل (ڇاپو پهريون) صفحو-۳۵۲.

# بيدل جو ڪلام جام وحدت

## ممتاز مهر

صوفي مت جنهن کي عربي زبان ۾ تصوف سڏيو ويندو آهي، عملي روحاني نفسياتي، وڏي وسعت رکندڙ عارفاڻي واٽ آهي. صوفي واٽ جا پانڌيئڙا پنهنجي نفسي وجود سان جنگ جوٽي خام خوديءَ جي نفي ڪري حقيقي وجود جي ڄاڻ حاصل ڪن ٿا. خام خوديءَ جي نفي ڪرڻ جو مطلب پنهنجي نفس کي ضابطي ۾ آڻي اصل ماڻهپو ماڻڻ آهي. ماڻهوءَ جو اصل ماپو ماڻهپو آهي. مڙني رشتن ناتن، دنياوي ڪمن ڪارين، آرزوئن اُمنگن ۽ حاصلات جو معيار ماڻهپو ئي رهيو آهي. ماڻهپو ماڻڻ سان نه صرف ماڻهو پاڻ اطمينان حاصل ڪري ٿو، بلڪ ٻين لاءِ به هڪ خوشگوار ماحول پيدا ڪري ٿو. هن دنيا ۾ جيڪڏهن ماڻهن کي خوشگوار ۽ محبت وارو ماحول ملي وڃي ته پوءِ ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي نعمت ٿي سگهي ٿي! صوفين جي تعليم آهي انساني ڀائيچارو قائم ڪرڻ، ڪدورتون ختم ڪرڻ، سڀني انساني رشتن ناتن کي وڌائڻ ۽ محبت جو پيغام ڏيڻ. انسان دوستي خدادوستيءَ جو پهريون قدم آهي. انسان دوستيءَ کان سواءِ خدا دوستي ممڪن ڪانهي. انسان سان محبت کان سواءِ الاهي محبت جي دعويٰ ڪرڻ هڪ کوکلو نعرو ۽ نماءُ چئبو. محبت جا به ڪيئي درجا هوندا آهن، محبت جو مٿاهون درجو يا مقام عشق جو آهي. شديد عشق جي ڪيفيت جو اظهار مولانا جلال الدين رومي پنهنجي مثنوي ۾ هن ريت ڪيو آهي:

جُملہ معشوق است او، عاشق پردهٔ،
زنده معشوق است او، عاشق مُردهٔ.

بيدل سائين پڻ اهڙي شديد عشق جو اظهار ڪيئي ڀيرا ڪيو آهي، مثلاً:

جنهن پيتو ساغر صفا جو، تنهن وساريو هي وجود،
ان جي فڪرت ۾ مدامي، روبرو محبوب آھ.

هن بي بقا دنيا ۾ جيتوڻيڪ مجاز ۽ حقيقت جي وچ ۾ فرق ڪي هر حساس دل قبوليو آهي، پر بيدل سائين جهڙن اصل پارکوئن ان حدبنديءَ کي شعوري سطح تي بہ ختم ڪري هيئن فرمايو تہ:

حسن حقيقت فرق نہ ڀانئج عاشق ڪر اعتبار.

صوفي مت عام سماجي يا اڪيڊمڪ فلاسافين جيان ڪتابي فڪر ڪونهي. صوفي مت صوفي سالڪ لاءِ هڪ مشاهداتي روحاني سفر واري واٽ آهي. انهيءَ ڏکهي سفر دوران سالڪ جيڪي مختلف منزلن جا مشاهدا باطني طور حاصل ڪري ٿو، انهن کي شعوري سطح تي اظهاري ٿو. اُهو صوفي سالڪ هڪ عارف بڻجي انهن لطيف ۽ نفيس ڪيفيتن کي شاعريءَ جو ويس پهرائي اظهاري ٿو. گهڻن ئي صوفي شاعرن حقيقي منزل تي رسڻ لاءِ پنهنجي خودي/ انا کي ختم ڪرڻ تي زور ڏنو آهي. وحدت وارو مقام هڪ اعليٰ ۾ اعليٰ مقام آهي، جنهن تائين پهچڻ لاءِ عشق واري اڙانگي چاڙهي چڙهڻ لازمي سمجهي ويندي آهي. ان مشاهداتي ڪيفيت کي سائين قادر بخش بيدل جنهن دلپذير انداز ۾ اظهاريو آهي، ان کي ٻين شاعرن ورلي پيش ڪيو هوندو:

سک رَمز وجود وڃاوڻ دي،
نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي،
اڪران دي وچ جوئي اڙيا،
عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا.

عشق ۾ پڇي راس ٿيڻ کان پوءِ عاشق ان منزل تي پهچي ٿو، جنهن لاءِ فارسي شاعر چيو آهي، "هرگز نہ ميرد آنکہ دلش زنده شد بہ عشق."

صوفي تعليم الاهي قرب حاصل ڪرڻ جي باطني تعليم ۽ عملي واٽ آهي. اها باطني روحاني تعليم ۽ عملي راهه سمورن عالمگير مذهبن جي پوئلڳن ۾ موجود رهي آهي، تنهن ڪري سچن سادئن، سنتن، ڀڳتن ۽ عيسائي، ٻوڌي روحاني پد تي پهتل صاحبن وانگر مسلمان صوفي به شريعت يعني مذهب جي ظاهري احڪامن کي چڱو سمجهڻ جي باوجود اُن فهم کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن، جنهن سان هڪ طرف پرينءَ کي پسجي ته ٻئي طرف مذهبي مت ڀيد کان سواءِ سيني ماڻهن سان مٺ محبت سان هلجي. هر قسم جي مذهبي تفرقي کان پاسو ڪرڻ گهرجي. اهو ئي سبب آهي جو حضرت بيدل جهڙن وسيع صاحب نظر بزرگن جا معتقد مسلمان توڙي هندو سڀ ئي رهيا آهن. "وحدت نامہ" ۾ سائين بيدل انهيءَ فهم جو اظهار تمام خوبصورت نموني ڪيو آهي:

حقيقت ۾ هڪ ٿيو، ڪُفر ۽ ايمان،
مظهر موليٰ پاڪ جي هندو مسلمان،
تارا ڪيا تالان، سورج سندي سوجهري.

يا

حقيقت ۾ هڪ ٿيو، نوري ۽ ناري،
دين ڪُفر آهن ٻئي، چڙهه هڪ وڻ جي ٽاري،
حاذق هوشياري، رکين انهيءَ رموز جي.

وحدتي فڪر جو پرچار بيدل سائين بر ملا ڪيو آهي. فرمائين ٿا:

اونهي هِن اسرار جو، جن تي کُليو در،
جاڏي ڪن نظر، تاڏي پَسن پِرَ کي.

يا

مڙوئي محبوب آهه، مشتاقن مقصود،
سدا حق موجود، همہ کي هڪ ڄاڻ تون.

ياد رهي ته روهڙيءَ جي هن عشق جي اوتار بيدل سائينءَ جو هڪ هم نام فارسي شاعر عبدالقادر جنهن جو تخلص به 'بيدل' هو، يارهين صدي هجريءَ جي آخر ۾ مغل بادشاهه اورنگزيب جي دور ۾ دهلي ۾

رهندو هو ۽ اُتي ئي مدفن آهي. موضوعن جي چونڊ جي حوالي سان بيدل سائين سان گهڻي نسبت رکي ٿو، بيدل دهلوي پڻ بيدل سائين جيان خودي ۽ بي خوديءَ جي فلسفي کي پنهنجي ڪلام ۾ آندو آهي. علام اقبال جيڪو بيدل دهلوي جو گهڻو مداح هو. هڪ ڀيري لاهور ۾ ٿيل يوم غالب جي موقعي تي بيدل دهلوي ۽ غالب جي شاعريءَ کي ڀيٽيندي چيو هو ته: ”غالب جو تصوف افسردگي پيدا ٿو ڪري ۽ بيدل جو تصوف حيات بخش ۽ تر و تازگي پيدا ڪري ٿو.“ پر بيدل دهلوي پهنجي موج مستيءَ واري فلسفيانه ۽ عارفاڻي شاعري کي موٽ نه ملڻ جي شڪايت اجهو هن ريت ڪئي آهي:

رنگ حال هيچ ڪس بر هيچ ڪس روشن نه شد
شمع گل ڪردند ياران ياز محفل برده اند.

يعني، ”ڪنهن تي ڪنهن جو حال روشن نه ٿيو ته کهڙي رنگ ۾ آهي. معلوم ٿئي ٿو ته هن محفل هستي ۾ يا ته يارن شمع ئي وسائي ڇڏي آهي يا محفل کان ٻاهر کڻي ويا آهن. شمع هجي ها ته روشنيءَ ۾ هر هڪ جو رنگ رُوپ به روشن هجي ها.“ بيدل دهلويءَ جي اها شڪايت سندس پنهنجي دور جي ڏاهن سان هئي. پر اسان جي سائين بيدل کي اهڙي شڪايت ڪرڻ جي ضرورت ان ڪري به پيش نه آئي، ڇاڪاڻ ته سنڌ جا ڏاها ته ڇا پر عام ماڻهو به روشن دل ۽ روشن دماغ رکندڙ هئا. سائين بيدل جي متقدمين ۾ سچل سرمست جو ڪلام پنهنجي رِندانه جمالي ۽ جلالي ڪيفيت جو بي بيڪانه اظهار آهي، جنهن کي ڏاهن توڙي عام خلق دلي موٽ ڏني. ساڳي طرح سنڌ جي اهل دل ۽ اهل نظر ماڻهن بيدل سائين جي ڪلام جي موج مستيءَ مان پورو پورو ۽ خوشگوار اثر ورتو آهي:

سالڪن جي سِرَ تي سدائِي، جوش جلالي اچي،
وحدت جي درياهه ۾ پَلپَل، موج منصوري مچي مچي،
رنگ ربوبيت واري ۾، روح رندن جو رَچي رَچي.

حضرت سچل سرمست جي مسلڪ جي پيروي ڪندي بيدل سائين چون ٿا:

قادر عشق ديان ڪر اثباتيان، ڪَهُ تون "اناالحق" واليان باتيان،
جام وحدتِ پيُ ڏينهان راتيان، مارين طَبل خدائي دا.

صوفي مت جي حوالي سان اهو سمجهڻ گهرجي ته صوفين جي واٽ دين ڌرم جي ظاهر پرستيءَ کان متاهون روحاني تجربن ۽ مشاهدن جو هڪ سچو ۽ حقيقي منظرنامو آهي. ائين ڪٿي سمجهڻ گهرجي ته سچي سالڪ جو اهو احوال شعور کان لاشعور تائين ۽ لاشعور کان ٻيهر شعور ڏانهن موٽ ڪائيندڙ مختلف ڏنل ۽ اڻ ڏنل دنيائن جي سفر جو داستان آهي. مجاز ڪيئن حقيقت جو ڏيک ڏئي ٿو، مجازي عشق ڪيئن حقيقي عشق بڻجي ٿو، حسن ڪيئن برهه جو مچ مچائي ٿو؟ اهو سڀ ڪجهه ڄاڻڻ ۽ پرجهڻ لاءِ اچو ته بيدل سائين جي قدمن ۾ ويهي اهو محبت نامو پڙهون ته:

بيدل حُسن جي شمع تي، پرتئون اچي پروان ٿيو،
معشوق عاشق عشق کي، عين اليقين يڪذات ڪيو.

ياد رهي ته روهڙيءَ جي رهواسي سائين بيدل روهڙي شهر ۽ روهڙي وارن جي هڪ فارسي شعر ۾ گهڻي تعريف ڪئي آهي. اها به ڳالهه رڪارڊ تي آڻڻ ضروري آهي ته اهو سائين بيدل جي پيار ۽ محبت واري درس جو اثر آهي جو گذريل پوري هڪ صديءَ دوران روهڙي شهر ۾ ڪنهن به قسم جو مذهبي، فرقيوارانه يا لساني جهيڙو فساد نه ٿيو. ننڍي کنڊ جي ورهاڱي دوران جڏهن هر هنڌ خونريزيون ٿيون تڏهن به روهڙي شهر ۾ امن امان رهيو. اُن وقت شهر جي هندو مسلم معزز ماڻهن ويهي لکت ۾ امن جو عهدنامو ڪيو هو. دائمي امن ۽ ڀائيچارو قائم رکڻ جي سلسلي ۾ روهڙي شهر کي دنيا آڏو هڪ ماڊل طور پيش ڪري سگهجي ٿو. هن وقت جڏهن اخبارن ۾ روز جهيڙن فسادن جون خبرون پڙهجن ٿيون، تڏهن ماڻهن جي ڪردار جي زوال ۽ شعور جي ڪميءَ تي افسوس ئي ڪري سگهجي ٿو.

نئين صدي وڏين چئلينجن جي صدي آهي. هڪ طرف گلوبلائيزيشن جي نالي ۾ دنيا جي پٺتي پيل قومن کي اقتصادي ۽ سياسي شڪنجي ۾ وڏيڪ ڦاسايو پيو وڃي ته ٻئي طرف ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي

جا مثبت ۽ منفي اثر به سماج تي ظاهر ٿيندا پيا وڃن. وڌندڙ ماحولياتي گدلاڻ هڪ الڳ گنڀير مسئلو آهي. اهي ۽ ٻيا لاڳاپيل سماجي مسئلا ڏيان ڇڪائين ٿا. سڀ کان وڏيڪ بنيادي مسئلو ماڻهن جي اخلاق ۽ ڪردار کي ڇاهڻ جو آهي. ذهنن ۾ پيدا ٿيل گدلاڻ کي مٽائڻو آهي. دنيا ۾ جيڪڏهن هن وقت اشد ضرورت آهي ته اها اخلاق ۽ ڪردار سازيءَ واري گلوبلائيزيشن جي آهي. اخلاق ۽ ڪردار کان سواءِ رڳو حرص ۽ هوس جي بنياد تي اقتصادي ۽ ٽيڪنالاجيڪل گلوبلائيزيشن عام ماڻهن کي روبوٽن ۾ بدلائي ڇڏيندي. صوفي عارفن هميشه ماڻهن کي سچيت رهڻ جي تلقين ڪئي آهي. ماڻهوءَ کي پاڻ سان ۽ ٻين سان سچيت ٿيڻ گهرجي. سچيت ٿيڻ سان ماڻهوءَ جو ڪردار به جڙندو ۽ سٺو سماج به جڙندو. نوان، سٺا ۽ انسان دوستيءَ وارا سماجي رشتا جوڙڻ لاءِ اسان کي ڪپي ته بيدل سائين جهڙن روحاني رهبرن جي روحاني ۽ ڏاهپ واري پيغام کي عالم آشڪار ڪيون. بيدل سائينءَ جي عارفاڻي ڪلام جي صورت ۾ حاصلات وڏو نفسياتي ۽ جمالياتي اثر ۽ سماجي ڪارج رکي ٿي:

"اها حياتي اٿئي خزانو، دم دم تنهنجو دُرُ يگانو."
باور ڪر تون ٿي مردانو، وحدت جو ڪر يار واپار،
حال فنا جو حاصل ڪر تون، باغ بقا جو ڪائج قر تون،
ڊيد ڊيدن ۾ دم دم ڌر تون، جلوو نُور جو ڏسين نروار.

# وحدت الوجود ۽ بيدل فقير

## اختر درگاهي

فقير بيدل سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۽ تاريخ جو هڪ اهم ۽ انوکو نالو آهي. هو سن ۱۸۱۴ع ۾ ڄايو ۽ سن ۱۸۷۳ع ۾ وصال ڪري ويو. هو هڪئي وقت اعليٰ پائي جو شاعر، عالم، مؤرخ ۽ راڳ جو ماهر هيو. خاص ڳالهه ته فقير بيدل پنهنجي حياتيءَ ۾ سنڌ جي منصور سچل کان پوءِ وڏو 'وحدت الوجودي' ۽ ارڏو صوفي اڳواڻ ۽ وجودي پرچارڪ پڻ هيو. جڏهن سچل سرمست چولو مَٽايو تڏهن بيدل جي عمر ۱۴ سال هئي ۽ هِن ننڍپڻ ۾ ئي اُنهيءَ فڪري ڪُني مان فيض حاصل ڪيو، جنهن جو ڍڪڻ سچل سائينءَ لاٿو هيو. نتيجي طور بيدل فقير پنهنجي دور ۾ وجودي تحريڪ جي اڳواڻي ڪئي ۽ پنهنجي فڪر ۽ ڪلام وسيلي ان دور جي دقيانوسي ريتن رسمن ۽ سوچن کي نه صرف رد ڪري ڇڏيو پر هُن انتها پسند مذهبي مبلغن سان آمهون سامهون بحث مباحثا ۽ مناظرا ڪري انهن جا تڏا ويڙهايا.

صوفي لا مذهب تڪرار، هر مذهب کان آبيزار.

*

'بيدل' مذهب کان رهه نيارو، وحدت رک ويساهه.

*

مذهب واري قيد کان بيدل، عشق ڪنديءِ آزاد.

'وحدت الوجود' جو فڪر هر مذهب جو روح ۽ ان جو نچوڙ آهي،

پر سنڌ اندر هيءَ تحريڪ پنهنجي انوکي رنگ ۽ روپ ۾ ملي ٿي، شايد ان ڪري ته هيءُ فڪر هن ڌرتيءَ مان ڦُٽي نڪتل آهي ۽ سنڌ ڌرتيءَ جو هر ماڻهو فطري طور تي 'صوفي' آهي. اُها سنڌ ڌرتي ئي آهي، جتي اڄ کان ڪيترا هزار سال اڳ يعني ۱۸۰۰ قبل مسيح ۾ سنڌو ديوي (سنڌو نديءَ) جي ڪنارن تي ويدن (رگ ويد، يجرويد، اٿرويد ۽ سام ويد) کي تخليق ڪيو ويو. ويدَ ان دور جي لوڪ ادب جو هڪ عظيم نمونو آهن، جنهن ۾ مختلف ديوين ۽ ديوتائن جون مناجات، ڀڄن ۽ منتر شامل آهن. انهن ويدن ۾ ئي آهي ته ڪائنات خدا مان نڪتي آهي ۽ اوڏانهن هلي ويندي ۽ زندگيءَ جو اصل مقصد روح کي پاڪ ڪرڻ ۽ پاڻ کي برهما (خدا) ۾ فنا ڪرڻ آهي. اڳتي هلي انهيءَ ئي بنياد تي عظيم فلسفي ۽ ڀڳت شنڪر (۷۸۸ع- ۸۲۵ع) گيتا، ويدن ۽ اپنشدن کي ملائي 'ويدانت' جي عمارت جو بنياد وڌو. جنهن موجب آتما (روح) ۽ برهما (خدا) ائينءَ هڪ آهن، جيئن ڪوزو ۽ مٽي.

سنڌ اندر صوفين جي وحدت الوجودي تحريڪ تي ويدانت جي اثر کان سواءِ يوناني باطنيت/ سريت، هندي ڪلاسيڪل شاعريءَ جي ڀڳتي تحريڪ، گورکنات جي نات پنٿي ۽ نرگن واد جوڳين ۽ سنياسن ۽ اسلامي تصوف جي ڌارائن جو هڪ جيترو اثر شامل آهي. يوناني باطنيت جي اهم پرچارڪ فيٿا غورث (۴۴۵- ۵۰۰ ق. م) چيو هيو ته، ڪائنات ۽ خدا هڪ آهي ۽ دنياوي ڪثرت نظرن جو دوکو آهي. ساڳئي خيال کي ڀٽائي ٻه پيش ڪيو آهي.

وحدت تان ڪثرت ٿي ڪثرت وحدت ڪُل،
حق حقيقي هيڪڙو ٻولي ٻي مَ ڀُل،
هو هُلاچو هُل بالله سندو سڄڻين.

يوناني مفڪر افلاطون اهو چئي عشقِ حقيقي جو تصور ڏنو ته جڏهن ماڻهو حَسين شيءِ ڏسي ٿو ته ان جو روح حسن المطلق کي ياد ٿو ڪري. ڪرشن مهاراج ٻه گيتا ۾ ان ڳالھ جو اظهار ڪيو ته بندو، ڀڳوان سان ڀڳتي (عشق) ڪري ته مُڪتي حاصل ڪندو. مجاز ۽ حقيقت جي انهيءَ تصور هندي ڪلاسيل شاعري تي ايترو اثر ڪيو جو پندرهين صديءَ عيسويءَ ۾ ان جا عظيم شاعر پيدا ٿيا، جن ۾ رامانند (۱۴۵۵ع-

۱۴۷۰ع) تُلسيداس (۱۵۷۳ع-۱۶۲۳ع) ڪبير ڀڳت (۱۴۴۵ع-۱۵۱۸ع) بابا گرونانڪ (۱۴۶۹ع-۱۵۳۸ع) ميران ٻائي (جنم ۱۵۰۴ع) وڏو درجو رکن ٿا. هندي ادب جي ان ڀڳتي شاعريءَ ۾ 'ڪرشن' محبوب حقيقيءَ جو روپ ورتو، جنهن جي فراق ۾ راڌا جو روح تڙپندو رهيو. اهو ئي درد، فراق ۽ حقيقي عشق جو ڪَرب ۽ ورلاپ ميران ٻائيءَ جي دردناڪ دوهن ۾ ملي ٿو.

جو مئن ايسا جانتی پريت کئه دُکھ هوء
نگر ڈهنڈهورا پيٹتی پريت نکريو کوء

بيدل فقير جي شاعريءَ ۾ به اهو عاشقاڻو اظهار ڀرپور انداز ۾ ملي ٿو. بيدل پنهنجي مجازي مامَ کي حقيقت جو روپ ونرايو ۽ عشق جي عطا تي شڪرانا ميجيا.

عشق عطا ڪيائون توتي بيدل ڪر شڪرانا،

*

عشق دا جلوه ڪعبہ قبليٰ عشق اسا ڏا امام.

*

رُخ رانجهو دا ڪعبہ قبليٰ عشق دا ٻڌ احرام.

اسلامي تصوف ۾ انهيءَ حقيقي عشق جو تصور بيبي رابعہ بصريءَ کان آيو آهي، جنهن کان جڏهن اهو پڇيو ويو ته تون ابليس کان نفرت ڪرين ٿي ته پاڻ چيائين، "منهنجي دل الله جي عشق سان ايتري ٽمٽار ٿي وئي آهي، جو ان ۾ ڪنهن کان نفرت لاءِ ڪا جاءِ ئي بچيل ناهي." اسلامي تصوف جو پهريون وحدت الوجودي ۽ مست الست عارف بايزيد بسطامي (۸۰۳ع-۸۷۵ع) هيو. جنهن بيباڪيءَ سان چيو ته، "سبحاني ما اعظم شاني" ۽ اهو پڻ چيائين ته منهنجي جُبي ۾ الله آ، مان ئي ساقي هان، مان ئي پيالو هان، مان ئي شرابي هان. بايزيد بسطامي به سنڌ جي هڪ نومسلم عالم ابو علي سنڌي جو شاگرد هيو، جو پاڻ ئي هڪ هنڌ لکيو اٿائين، "مون ابو علي سنڌيءَ کان توحيد جا سبق ورتا." فقير بيدل جي ڪلام ۾ به ڪيترين ئي جاين تي بايزيد بسطاميءَ جا نعرا گونجي رهيا آهن:

سر سبحاني آهيان، صورت کيل ڪلايان،
ڪاتي پهريم رسالت جامو عبدي رمز رَلايان،
سبحاني ما اعظم شاني ڪاتي طبل وڄايان.

بايزيد بسطامي جي وجودي فڪر کي جُنيد بغدادي (٩١٠ع) اڳتي وڌايو، جنهن فنا في الله جي تصورکي اسلامي تصوف ۾ شامل ڪيو. جنيد بغدادي چيو ته، ٽيهه سال خدا جنيد جي زبان مان ڳالهايو پر ڪنهن کي به خبر نه پئي. جنيد بغدادي اهو پڻ چيو هيو ته، "صوفي ظاهر ۾ بندو آ ۽ باطن ۾ خدا آ." انهيءَ ئي ڳالهه کي بيدل فقير هن طرح بيان ڪيو:

ظاهر بندو باطن مولا عشق جي بازي سمجهي ڪيرُ،
پنهنجو سِرُ صحي ڪر 'بيدل' سوجهي سمجهه سِريءَ جو سَيرُ.

'وحدت الوجودي' جي انهي انوکي ۽ حيرت انگيز فڪر بغداد ۾ حسين بن منصور حلاج (مقتول ٩٢٢ع) جي شڪل ۾ اهڙي تحريڪ جو روپ ورتو، جنهن جو اثر برصغير کان سواءِ ايران، عراق جي ادب توڙي سياست تي سڌو سنئون پيو. منصور حلاج جي نعري 'حق! حق! اناالحق' ان عباسي خلافت کي لوڏي ڇڏيو، جنهن جو بنياد ظلم، بربريت، تفرقي ۽ مذهبي انتهاپسندي تي هيو. حسين بن منصور حلاج چيو ته، پٿر ۽ مٽيءَ جي ٺهيل ڪعبي کان بهتر آهي ته ماڻهو پنهنجي مَنَ جو طواف ڪري.

ان دؤر ۾ عباسي حڪومت خلاف قرمطي باغين جي بغاوت ۾ شامل هجڻ جي الزام ۾ منصور کي گرفتار ڪيو ويو، نَو سال قيد ڪرڻ کان پوءِ هن بيباڪ صوفي سرواڻ ۽ وحدت الوجودي کي پهريان سنگسار ڪيو ويو، پوءِ سندس هَٿَ ۽ پير وڍيا ويا ۽ سُوليءَ تي چاڙهي سندس سِرُ ڌڙ کان ڌار ڪري سندس لاش کي ساڙيو ويو ۽ ان جي خاڪ کي هوا ۾ اُڏاريو ويو. منصور جي سياسي قتل کان پوءِ وحدت الوجود جو نظريو هر حاڪم جي اک ۾ چُڀندو رهيو ۽ هر دور ۾ سچا صوفي ظالم ۽ ڪٽر مذهبي مبغلن ۽ حاڪمن سان ٽڪراءَ واري حالت ۾ رهيا. ڇاڪاڻ ته انهن جو فڪر الله ۽ بندي جي تعلق کي پاڻ ۾ ڳنڍي عام ماڻهن ۾ هڪ طرف محبت ۽ ماڻهپي جو درس ڏئي رهيو هيو ته ٻي طرف انهن ۾ هيڪڙائي ۽ ڀائيچارو آڻي ٻڌي، ايڪي ۽ وحدت جو پيغام پئي ڏنو.

منصور جي شهادت کانپوءِ مغل سلطنت جي ڏينهن ۾ سنڌ اندر جهوڪ جي برک صوفي شاهه عنايت کي پڻ شهيد ڪيو ويو ۽ ان کان اڳ صوفي مجذوب ۽ وحدت الوجودي سرمد کي پڻ ارنگزيب قتل ڪرائي ڇڏيو، نه صرف ايترو پر اورنگزيب پنهنجي وڏي ڀاءُ دارا شڪوه کي پڻ ان ڏوهه ۾ مارائي ڇڏيو جو هو پڻ سرمد جو مرشد ڀائي ۽ صوفي هو.

فقير بيدل جي ڪلام ۾ حسين منصور، سرمد ۽ شاهه عنايت جي دردناڪ شهادت جو ڪيترن ئي هنڌن تي ذڪر ملي ٿو. هو منصور کان ايترو متاثر ٿيو آهي جو هن پنهنجي شاعري ۾ هڪ سؤ جاين تي منصور جو ذڪر ڪيو آهي:

حالت جا حلاج جي سمورو ئي سُورُ،
مردن ۾ منصور ڪو ڪو ليي ڪاٿهين.

بيدل فقير، سرمد شهيد کي به هن طرح ياد ڪيو آهي:

شاهه شرف سرمد جيهي عارف ڦرندي لنوڙي لائي،
شاهه شرف سرمد دي سِر تي درد ڪيتي ڏاڙ ڏاڙي.

جهوڪ وارو سانحو فقير بيدل جي ڄمڻ کان پورو هڪ سؤ سال پهريان ٿيو هيو، پر بيدل جيئن ته هڪ سچو صوفي، وطن دوست شاعر هيو، ان ڪري هن پنهنجي ڪلام ۾ شاهه عنايت جي شهادت کي 'صغريٰ قيامت' سڏيو آهي. فارسي شعر اٿس:

سويمين صغريٰ قيامت در هزار وسي و صد
سر بريدن صوفي بيخود کمالش را فزود.

بيدل فقير نه صرف پنهنجي ڪلام ۾ پر عملي طور تي به هڪ سچو ۽ انقلابي صوفي رهيو. شاهه عنايت شهيد جي سلسلي جو ئي هي دست بيعت مُريد پنهنجي مُرشدن جي راهه تي هلندي پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ به ڪڏهن حاڪمن جو ڀانهن ڀيلي نه رهيو ۽ هميشه انهن کان بيزاري اختيار ڪئي. جڏهن ١٨٣٨ع ۾ انگريزن سنڌ جي آخري معرڪي لاءِ بکر ۾ فوجي ڇانوڻي قائم ڪري ٻارنهن هزار فوج ۽ بارود گڏ ڪيو، تڏهن سنڌ جو هي وطن دوست صوفي پنهنجي مجازي محبوب ڪرمچند کان به

ان ڳالھ تي ناراض ٿي ويو، جو هُن بکر ۾ انگريزن جي ڇانوڻيءَ لڳ دوڪان کوليو هيو. جيئن تہ بيدل پنهنجي وقت ۾ وحدت الوجودي فڪر جو اڪيلو وارث ۽ نمائيندو هيو، ان ڪري هن سموري حياتي مذهبي ڪٽرپڻي، تفرقہ بندي ۽ انهيءَ بنياد تي بيٺل حڪومت ۽ حاڪمن سان بيزاريءَ جو اظهار ڪيو.

هڪ ڀيري خيرپور رياست جي والي مير علي مراد خان بيدل فقير ڏانهن نذرانو موڪليو تہ بيدل ڪاوڙجي لال ٿي ويو ۽ نذرانو واپس ڪري ڇڏيائين. اهڙي طرح ٻي ڀيري بيدل فقير ڏانهن ميرن جاگير جو پروانو موڪليو، جيڪو هُن پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. هڪ ڀيري مير علي مراد بيدل فقير ڏانهن ملاقات جي دعوت موڪلي، جيڪا بيدل قبول نہ ڪئي ۽ فرمايائون تہ، امير جي دروازي تي فقير جو وڃڻ بچڙو ۽ خراب آهي. بيدل ڪڏهن بہ درباري انعام اڪرام جي طلب نہ ڪئي ۽ نہ ئي وقت جي حاڪمن جي تعريف ۾ قصيد گوئي ڪئي.

برھ جا بار بدناميون ڇُمي چشمن تي چاياسي،
بزرگيءَ ڪان ٻچي بيدل رنديءَ جا رنگ رچاياسي.

# بيدل فقير، سچل سائين جو پهريون سوانح نگار

## الطاف اثيم

پلاري پٽ ڌڻي ۽ سرمست سچل کان پوءِ سنڌ ۾ وحدت الوجودي فلسفي جي مکيه مام ''همه اوست'' کي وڏي واڪ وائکو ڪرڻ وارو عاشق روز الست جيڪو مون کي نظر ۾ آيو سو فقط باري بره جي بازار ۾ دل ڦرائي 'بيدل' ٿيندڙ فقير قادر بخش ٿي آهي. فقير صاحب جي سموري ڪلام ۾ عالم ۽ عاقل جي ٻولي، عارف ڪامل واري فڪر ۽ فهم جا سمورا ثبوت موجود آهن. هو نه فقط گهڻين ٻولين جو ڄاڻو قادر الڪلام شاعر هو، پر تصوف جي باريڪ نقطن ۽ بيشمار موضوعات ۽ اصناف سخن تي طبع آزمائي ڪندڙ هو. سندس ڪلام سراپا الهام مان معلوم ٿئي ٿو ته کيس قطع تاريخ لکڻ تي ڪمال حاصل هو.

ممڪن آهي ته ڪيترا ثبوت اجا به زماني جي دست برد کان نه بچي سگهيا هجن، تنهن هوندي به پنهنجي صاحبزادن فقيرن محسن بيڪس ۽ محمد فريد جي ڄمڻ جي تاريخ کان وٺي شاه عبداللطيف ڀٽائي، جان الله شاه، شاه عنايت شهيد، سندس محبت جي ميخوارن فقير غلام محمد ۽ قاضي پير محمد بابت رباعيون ۽ تاريخي قطعا انهيءَ ڳالهه جو بين ثبوت آهن ته وٽس جتي شاعرانه صلاحيتن جي کوٽ نه هئي اتي کين مشاهدي ۽ محسوسات جي قوت به قدرت اعليٰ درجي جي عطا ڪئي هئي.

هن وقت ان پس منظر ۾ منهنجو موضوع گفتگو آهي:

مرد سو منصور وانگيان عشق جو اوتار هو،<br>
منجهه سخن تنهن مرد جي الوهيت سندو آثار هو،

جنگ جذبي موج مستيءَ ۾ مثل عطار هو،
پانهنجي رائي پرين نوي ورهيہ نروار هو.
پوءِ وصل جي موج ماڻي ذوق ۾ ذخار هو،
سنہ ٻارهن سو ٻائيتاليھ ۾ تيار هو،
چوڏهين رمضان جي هادي اهو هسوار هو،
قرب دارن جي ڪٽڪ ۾ مرد منصب دار هو،
در تنهن داتا جي 'بيدل' پرت جو پينار هو.

ان ڳالهہ جي بہ گهڻ ماڻهن کي خبر آهي تہ حضرت سچل سرمست جي مزار پرانوار تي جيڪو قطع تاريخ فارسي ۾ ڪاشيءَ جي سر تي لکيل نصب ٿيل آهي، سو پڻ فقير بيدل سائين جو چيل آهي. مزار تي قطع تاريخ جي تصنيب جتي سندس بيان کي درگاه درازه جي سجاده نشين وٽ مقبوليت ماڻڻ چئون اتي اهو بہ اندازو ٿئي ٿو تہ سچل سائين جي رحلت بعد سندس 'وارثن سان بيدل سائين جا ڪيترا ويجها واسطا هئا. اهو قطع بہ سچل سائين جي مرتبي مانَ ۽ شان کي نروار ڪري ٿو. جيئن فقير صاحب ڪيس سمجهيو:

در بيضائى ازل ترکيد شد مخروجِ عشق
کف زدريائى محبت کرد بيرون موجِ عشق
از خدا بودى. صديق و پيش احمد شد سچو
از على صادق يقين و پيشو ممزوجِ عشق
حال اورا منشى بر لوح تقدير اين نوشت
بود مربرجِ هى و آفتاب اوجِ عشق-
۱۲۴۲ھ

فقير قادر بخش بيدل بحيثيت سچل سائين جي پهرئين سوانح نگار جي- مليل مواد جي آڌار تي معلوم ٿيو آهي تہ بيدل سائين سچل سرمست بابت ٽي قطع تاريخ وفات چيا آهن، جن ۾ هڪ سنڌيءَ ۾ ۽ ٻہ فارسيءَ ۾ آهن. مذڪوره شاعري ذريعي بيدل سائينءَ جي مشاهداتي قوت، فڪري پهچ، سچل بابت سوچ واضح ٿئي ٿي. جيڪڏهن تحقيقي نقط نظر کان پروڙيون ٿا تہ اچرج لڳي ٿو وجي تہ ٻارهن سالن جو نينگر جيڪو درازن

ڪان ڪيئي ڪوه پنڌ جا پري رهي ٿو، سو ان اوستا ۾ ايڏو پختو ڪلام سو به سوانحي خاڪي جي صورت ۾ چئي ٿو. سا ڳالهه ڪنهن معمولي ماڻهوءَ جي وس جي نه آهي. واضح هجي ته فقير بيدل سائين جي ولادت سنه ١٢٣١هه ۾ ٿي آهي ۽ سچ سائين ١٢٤٢هه ۾ هي فاني جهان ڇڏيو آهي. ڳالهيون به اهي به سمجهه ۾ اچن ٿيون ته سچل سائين وٽ فقير صاحب جن جي اچ وڃ يا تمام گهڻي هئي يا وري سچل سائين جي سرمستانه سخن جي هاڪ ۽ شخصيت جي شعاع روهڙيءَ جي رند کي به راهه ۾ روشني ڪري ڏني هئي، جو اوستائين روحاني ۽ فڪري طريقي سان پهچي بي ساخته اظهار ڪري ويٺو ته:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو،
مست سالڪ شهه 'سچو' عارف اتي اظهار هو،
بره جي برسات جو تنهن وير تي وسڪار هو،
ظاهر ۽ باطن تنهن وٽ درد جو ڏڏڪار هو،
وجد وحدت جو سدا خاصو وٽس خمار هو.

ٿيون فارسي قطع تاريخ وفات پڻ بيدل سائين جي سچل سرمست جي شخصيت ۽ روحاني حيثيت متعلق گويا انڪشافات تي مشتمل آهي. فرمائي ٿو:

چون سالک سچو زینِ طلسم مجاز، سوئی آشیاں رفت چون شاهباز
زهی صاحبِ منصورِ وقت، که بی مثل بود سوز و گداز
به هنگام سرجوشئی حالتش، نگاهش به هر سوئی طالب نواز
به ضیم التفات گزو یافتند، به یک لحظه طه گشت راهِ دراز
زهر دو جهان دست شند آن کسی، که شد محرم راز آں عشقباز
دلم حبت سالی وصالش زجان، بگفتا که دریائی زخارِ راز
١٢٤٢ع

# بيدل جو عشق ۽ انگريز عملدارن جي روهڙي ۾ آمد!

شوڪت خواجائي

فقير قادر بخش بيدل ۱۸۱۴ع ۾ روهڙيءَ ۾ پيدا ٿيو ۽ ۱۸۷۲ع ۾ روهڙي ۾ وفات ڪري ويو. ۵۸ سالن جي عمر مان ۲۹ سال ٽالپرن جي دور ۾ ۽ ۲۹ سال انگريزن جي دور ۾ گذاريا. ٽالپرن جي زوال جو دور به اکين سان ڏٺوءِ انگريزن جي ڪمال جو دور به اکين سان ڏٺو. هي سنڌ جي انهن چند سچاڻ ماڻهن مان هڪ هو جنهن پنهنجي اکين سان آزاد سنڌ کي غلامي ۾ جڪڙندي ڏٺو ۽ آزاد سنڌ جي جهنڊي کي بکر جي قلعي مان لهندي ڏٺو ۽ انهي ٽاور تي يونين جيڪ جو جهنڊو لهرائي رهيو هو. هي اهو دور هو جڏهن ايشيا جي گهڻن ملڪن تي برطانوي سامراج قبضو ڪري چڪو هو.

هوئنن ته بيدل جو سڄو ۵۸ ساله دور اهڙو دور آهي جنهن ۾ انگريز عملدار سنڌ اندر ايندا رهيا، انهن سنڌ جي قديم آثارن، تاريخ، مذهبي ريتن رسمن، سياست ۽ ڏند ڪٿائي ادب تي هڪ وڏي ڄاڻ حاصل ڪري ورتي هئي.

## بيدل جو ابتدائي دور:

جڏهن پاڻ ۱۸۲۹ع ۾ ۱۵ سالن جي عمر جا ۽ ۱۸۳۲ع ۾ ۱۸ سالن جي عمر جا هيا ته پاڻ ڪرمچند ۽ غلام محمد سان نيهن جو ناتو شروع ڪيو ته انهي وقت به انگريز عملدار اليگزينڊر برنس ۽ اي بي ايسٽوڪ سنڌو جي چوڙ واري علائقي مان ٿي سنڌو رستي سفر ڪندا پنجاب جي راجا رنجيت سنگهه سان ملڻ لاءِ درياهي سفر ڪندا روهڙي ۾ اچي منزل انداز

ٿين ٿا.

بيدل پهريون عشق ۱۸۲۹ع ۾ ۱۵ سالن جي عمر ۾ روهڙي جي هڪ ديوان ڪرمچند سان ڪيو.

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙي ڏينهن فقير صاحب دستور موجب صبح جي نماز کان پوءِ جيئن مسجد کان جهندڻ هٽي نڪتو ته قضا جي اهڙي هوا گهلي، جو منهن تان پلاند مٿي ٿي ويو ۽ سندس نظر وڃي سامهون بيٺل نينگر ڪرمچند تي پئي، الستي آئيني جو اولڙو، دلبر جي دري مان اکين تي اهڙو ته پيو جو تجلي کان اکيون ٻوٽجي ويون ۽ انهي اوچتي چمڪاٽ ۾ ماٽڪ ماٽڪي ۾ آيو.

وقت گذرندو رهيو، ڪرمچند قرب ۽ ڪلياڻ سان ڪان هٽندو رهيو ۽ البيلائي ڪندو رهيو، فقير صاحب اهي تير سڀ سينو سپر ڪري سهندو جهوريءَ ۾ جهڄندو ۽ ڳاراٽي ۾ ڳرندو رهيو. عبادت ۽ زهد ۽ تقوا ترڪ ڪري هر وقت محبوب جي منهن ڏسڻ جو مشتاق رهيو، انهي موقعي تي پاڻ چيو اٿن ته:

صرف نحو تي فقہ مئن پڑهيا،<br>
تقويٰ وچ ٻاهون مين ڪريا.<br>
پيچ زلف وچ جڏان مين اڙيا،<br>
مذهب دين دي وسري وائي.

انهي زماني ۾ ڪرمچند جو سکر ۾ انگريزن جي ڇانوٽي ۾ جنهن کي ڇپري سڏيندا هئا دڪان هو، سکر نئون فوجي ڇانوٽي بنجڻ ڪري سکر پراڻي ۽ روهڙي جي باڪرو واڻين مناري معصوم جي هيٺان فريئر روڊ جي منهن وٽ ننڍين جهوپڙين ۾ سيڌي سامان جا دڪان کوليا، جن جهوپڙين جي ڪري سکر نئون "ڇپري بندر" جي نالي سان سڏجڻ لڳو.

فقير صاحب ڪرمچند جي دڪان سامهون محبث جو مڪان اڏي ويهي رهيو. باقاعدي صبح جو سکر وڃي شام جو موٽندو هو.

فقير بيدل، ڪرمچند جي عشق ۾ حد کان وڌيڪ ٽپي ويو، وحدت الوجود جي ڪرشمن ۾ برابر ۳ سال گذاري "فنا" جا مقام ۽ منزلون طئي ڪري فارغ ٿيا. بيدل جو ظرف به مجازي عشق جي آتش اهڙو تيار ڪري ڇڏيو، جو صديق فقير جي فقط انهي هڪ فقري، "اڄو هندو فقير" يا

"اچو ساڌ" کيس فنا في المعشوق مان اڪاري پار پهچايو پوءِ بيدل سائين ڪرمچند کان منهن مٽي وجي روهڙي ۾ بازار ۾ دڪان تي ويٺو.

بيدل جي انهي ٣ سالن واري عشقيه دور ۾ هڪڙو انگريز عملدار اليگزينڊر برنس روهڙي ۾ اچي منزل انداز ٿئي ٿو. اليگزينڊر برنس پنهنجي ڪتاب "TRAVELS IN TO BUKHARA" ۾ سفر جي شروعات ۾ لکي ٿو ته "سن ١٨٣٠ع ۾ هڪ جهاز اچي بمبئي جي بندر تي بيٺو. هن جهاز ذريعي برطانيه جي بادشاهه طرفان، لاهور جي سک حڪمران، راجا رنجيت سنگهه لاءِ سوڪڙي طور موڪليل پنج گهوڙا اچي پهتا هئا. بادشاهه سلامت جي وزير طرفان سک حڪمران ڏانهن لکيل هڪ دوستاڻو خط به هن سوغات سان گڏ هو. ان وقت جي بمبئي جو گورنر ميجر جنرل سر جان مالڪم جي سفارش سان هندستان جي سپريم گورنمينٽ سنڌو دريا رستي، سکن جي صدر مقام لاهور وجي سوکڙين پهچائڻ جو ڪم منهنجي حوالي ڪيو جيڪو مون لاءِ هڪ اعزاز هو. ان وقت ڪڇ ۾ مون کي هڪ سياسي عهدو هو. ڪڇ هندستان اندر انگريز سرڪار جو اهو اڪيلو حصو آهي جيڪو سنڌ جي بلڪل ويجهو آهي."

"TRAVELS IN TO BUKHARA" جو مترجم عطا محمد ڀنڀرو "ٻه اکر" ۾ لکي ٿو ته "سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان اڳ ۾ هنن سنڌو ذريعي وڃي اهميت وارا ماڳ ڏسڻ پئي گهريا. سنڌ جي ٽالپرن حڪمرانن انگريزن کي ائين ڪرڻ کان روڪيو هو. تنهن ڪري هنن "سوکڙي وارن گهوڙن" جو بهانو بنائي سنڌو ماڀي فوجي اهميت وارا ٽاڪ ڏسي ورتا هئا. ان ڪانسواءِ تڏهوڪي پنجابي سمنڊ ڏانهن وڌڻ جا جتن ڪري رهيا هئا، اهو به پتو پوي ٿو ته انگريزن کان اڳ ئي پنجابين سنڌ کي فتح ڪرڻ گهريو ٿي. ڇاڪاڻ ته ٻاهر وڃڻ لاءِ سندن اڪيلو گس سنڌ ئي هو. هنن ڪيترائي ڀيرا انگريزن سان اهڙن ارادن جو اظهار ڪيو هو.

اليگزينڊر برنس ان دور جي سنڌو جي وهڪري جو اکين ڏٺو شاهد هو. ان وقت کان وٺي اڄ تائين هن پوراڻي درياهه الائي ڪيترا وهڪرا بدلايا آهن. ان ڪانسواءِ اسان کي اهو به معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ ۾ پنجابين جي حملن کان ڊڄي سنڌ وارن مختلف عهدنامن وسيلي انگريزن کي ڪراچي ۽ بکر ۾ فوج رهائڻ جي ڪيئن موڪل ڏني

هئي ڇاڪاڻ ته اِهي ماڳ سنڌ جي سياسي ۽ فوجي اهميت وارا اهم ٺاڪ هئا. اهي اڄ به سنڌ واسطي ساڳي ريت اهم ۽ نازڪ آهن.

اليگزينڊر برنس سنڌو درياهه رستي سفر ڪندو ١٨٣١ع ۾ روهڙي ۾ پهچي ٿو ۽ ٻيڙي مان لهي ڪري روهڙي شهر جو جائزو وٺي ٿو. اسان جو بيدل ان وقت ١٧ سالن جو ڳڀرو جوان هو ۽ ڪرمچند سان عشق جو دونهون دکائي رهيو هو. روهڙي شهر ۾ انگريز عملدار جي موجودگي ۾ بيدل سائين صبح جو سوير ٻيڙي تي چڙهي سکر جي ”ڇپري بازار“ ۾ ڪرمچند جي دڪان اڳيان ويٺو پنهنجي معشوق جي اکين ۾ ڏسي رهيو آهي ۽ ٻي طرف اليگزينڊر برنس روهڙي جا ماڳ ۽ مڪان ڏسي رهيو آهي.

الگزينڊر برنس روهڙي لاءِ لکي ٿو ته ”روهڙي جو شهر بکر قلعي جي سامهون هڪ ايڪپري ٽڪري تي اڏيل آهي، ان ٽڪري جي اوچائي چاليهه فوٽ کن ٿيندي، ٽڪري مٿان ناهيل گهر جڻ سنڌو مٿان ڳارو ڏئي بيٺل نظر ايندا. هنن گهرن ۾ رهندڙ ماڻهو پنهنجي گهرن جي درين مان ئي درياهه جو پاڻي ڀري سگهندا آهن. پر پوءِ به ٽڪري کي ڪاٽي رستو ناهي ڪنهن خوف خطري کانسواءِ وچي پاڻي ڀري ايندا آهن.

روهڙي ۾ نبي ڪريم جو وار مبارڪ جيڪو سوني دٻلي ۾ رکيل آهي. مسلمان ان جو زيارت لاءِ هتي ايندا آهن. جيتوڻيڪ هتان جا اڪثر رهواسي هندو آهن. روهڙي جي آدم شماري ٨٠٠٠ هزار آهي. روهڙي کان اوپر طرف ويران ٽڪريون ڏسڻ ۾ اينديون. پر علائقي کي ڏاڍو سگهارو ڏيک ۽ وايو منڊل ڏين ٿيون. شهر جي ڏکڻ طرف ٽن چئن ميلن ۾ ڪجين جا باغ آهن ۽ ٻيا به ڪيترن ئي قسمن جا باغ باغيچا آهن. اليگزينڊر برنس جي هن ڪتاب ۾ ڪل ٢٢ باب ۽ ٽي ضميما آهن.

اليگزينڊر برنس جي وڃڻ واري سال کان هڪ سال پوءِ ١٨٣٢ع ۾ جڏهن بيدل ١٨ سالن جي ڦوهه جواني ۾ داخل ٿئي ٿو ته شڪارپور جي هڪ مغل خاندان جي سهڻي ۽ حسين جوان غلام محمد سان روهڙي جي شهر ۾ عشق ٿي وڃي ٿو.

ديوان بيدل ۾ آهي ته ”حج جي موقعي تي مخلوق جي آمد شروع ٿي. بازار جي رونق وڌڻ لڳي. فقير صاحب جيئن پنهنجي دڪان تي ويٺو هو. تيئن اتفاق سان سندس نظر وڃي هڪ لانگهائو نوجوان تي پيئي. جنهن

کي انهي هڪ ئي گهور اهڙو گهائي وڌو جو اتي ئي ويهجي ويو. فقير صاحب شام جو دڪان بند ڪري غلام محمد کي گهر وٺي آيو ۽ اوطاق تي اچي رهايائينس.

غلام محمد فقير صاحب کي پاٽولڪو دڪان بند ڪرايو. پاڻ درزڪي ڌنڌي مان جيڪو ڪمائيندو هو سو اچي حضور ۾ حاضر ڪندو هو. بيدل ۽ غلام محمد جي عشق کي هلندي اجا ست (٧) سال ٿيا تہ ١٨٣٩ع ۾ هڪ ٻيو برطانوي عملدار اي بي اسٽوڪ روهڙي جي قبرستانن، مسجدن ۽ ٻين تاريخي جاين کي ڏسندي نظر ٿو اچي. انهي وقت بيدل ٢٥ سالن جو ڳڀرو جوان هو. اهو ساڳيو ئي سال آهي جنهن سال روهڙي جي هڪ امر شهيد پروفيسر هاسارام سندرداس، پمناتي جو جنم ٿئي ٿو ۽ انهي سال روهڙي جو هڪ ٻيو صوفي فقير ايسرداس اجان ۴ سالن جو ٻار آهي.

سن ١٨٣٩ع ۾ ڪڇ جي انگريز ايجنٽ "هينري پاٽنجر" ڪئپٽن ايسٽوڪ کي سنڌ جي سفارت تي موڪليو. ايسٽوڪ سنڌي، بلوچي ۽ پارسي زبانون بخوبي ڄاڻندو هو، ۽ سنڌين ۽ ٽالپر حڪمرانن سان ڪيس دلي همدردي هئي، ان پنهنجو سفرنامو "DRY LEAVES FROM YOUNG EGUPT" (نئين مصر جا پراڻا ورق) جي نالي سان لکيو جيڪو ١٨۴۴ع ۾ ڇپيو هو. انهي وقت بيدل ٣٠ سالن جي عمر جو هو.

بيدل جو غلام محمد سان عشق اجان هلي رهيو هو تہ بکر جو قلعو ١٨٣٨ع ۾ فتح ٿي چڪو هو. انهي وقت بيدل ٢۴ سالن جي عمر جو هو. انهي عشق هلندي انگريز سڄي سنڌ فتح ڪري ورتي ۽ مياڻي جي ميدان ۾ سنڌين ۽ انگريزن جي وچ ۾ آخري جنگ لڳي، هوشو شيدي ڪهاڙي هوا ۾ لهرائيندو چارلس نيپيئر جي توپ جي اڳيان اچي ڪري نعرو هنيو "مرسون مرسون سنڌ نہ ڏيسون" ۽ انگريزن جي فوج مان هڪ گولي هوا ۾ سوساٽ ڪندي اچي هوشو کي سيني ۾ لڳي ۽ هوشو جو جسم زمين تي ڪري پيو ۽ سنڌ غلام ٿي وئي، انهي وقت اسان جي هن مجازي عاشق ۽ صوفي باصفا جي عمر ٢٩ سال هئي.

E.B.EASTIWICK جي ڪتاب DRY LEAVES FROM YOUNG EGUPT ۾ ١٣ باب آهن. باب ٻئي ۽ باب يارهين ۾

روهڙي بابت تذڪرو آهي.

ايسٽوڪ لکي ٿو "واندڪائي جي گهڙين ۾ مون ڪي انهن مسجدن ۽ ويران ٿيل جاين جي ڏسڻ جو شوق ٿيندو هو. جي انهن شهرن جي چوڌاري ڏٺيون ٿي ويون. مون انهن پراڻن دفترن مان قديم دور جي معلومات گڏ ڪرڻ چاهي پر وريو ڪي ڪين.

خواجہ خضر جي درگاهہ جي لاءِ لکي ٿو تہ "خواجہ خضر جي ننڍڙي ٻيٽ ۾ روهڙي جي بلڪل سامهون هڪ مسجد آهي جا ڏسڻ ۾ ئي پراڻي ٿي لڳي ۽ انهيءَ عمارت ۾ هڪ ڪتبو لڳل آهي جو مون کي پنهنجي هڪڙي مهم ۾ ڏسڻ ۾ آيو."

ايسٽوڪ نہ ڇڙو خواجہ خضر جي ڪتبي واري تاريخ تي بحث ڪري ٿو پر درياهہ جو اروڙ کان رخ ڦيرائي روهڙي طرف وهڻ واري ڏندڪٿائي روايتن تي بہ قلم کڻي ٿو ۽ ڇچنامي جا ورق اٿلائيندي نظر اچي ٿو. انهي ڪانسواءِ ستين جي آستان واري ٻيٽ تان لڌل هڪ ڪتبو جيڪو سيدالدين جي مزار جو ڪتبو آهي لکي ٿو ۽ تاريخ سن ٣٨٤هہ ڄاڻائي ٿو.

انهي سيدالدين جي مزار جي لاءِ لکي ٿو "اهو ٻيٽ جي ايرندي ڪنڊ تي ٺهيل آهي ۽ تمام خستہ حالت ۾ آهي" ايسٽوڪ ڀريون ماڻهو آهي جنهن سيدالدين تي لکيو آهي. اهو ٣٨٤هہ وارو سيد الدين ڪير هو. ڪوبہ پتو نہ آهي.

ايسٽوڪ روهڙي جي آباد ٿيڻ متعلق لکي ٿو "درياهہ جي وهڪري بدلائڻ سبب الور جي ماڻهن روهڙي ڏانهن لڏڻ شروع ڪري ڏنو. روهڙي کي اٺ صديون پراڻي سمجهڻ ۾ وڏائي نہ ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ ڏسجي پيو تہ ڪئين صديون اڳ هي شهر اوج ۽ شاهوڪاري تي رسيل هو."

ايسٽوڪ "معصوم شاهہ جي مناري ۽ مسجد منزل گاهہ جو ذڪر ڪندي الور وڃي پهچي ٿو. الور ۾ هڪ پل جو ذڪر ڪري ٿو. جنهن جي ڊيگهہ ٦٠٠ فوٽ آهي.

ايسٽوڪ وار مبارڪ جي لاءِ لکي ٿو "روهڙي ۾ دعويٰ ڪئي وڃي ٿي تہ اتي پيغمبر اسلام جو وار مبارڪ آهي. جو، جواهرن سان سجايل ۾ آهي. مجاور مون کي انهي بابت هيٺيون بيان ڪري ٻڌايو:

۹۵۲هجري ۾ وار مبارڪ جو مجاور، مخدوم ميان عبدالباقي صديقي استنبول مان روهڙي پهتو ۽ انهن سياڻن نشانن بابت اهڙيون ته ثابتيون پيش ڪيائين جو بزرگ ۽ ڀلارا ماڻهو مٿس اعتبار ڪري تبر ڪات جي زيارت ڪرڻ لڳا، انهن ۾ شاه حيدر حقاني ۽ مخدوم عبدالمالڪ جا نالا قابل ذڪر آهن. ڪانئس پوءِ حاجي محمد عبدالستار صديقي مجاور ٿيو ۽ اهو عهدو هن ۸۵ سال ماڻيو. هن کانپوءِ شاه حافظ محمد اسحاق مجاور ٿيو ۽ پوءِ حاجي محمد جا ٻه پٽ حافظ محمد رضا ۽ حافظ محمد مراد. هاڻي اهو عهدو حافظ محمد اسحاق جي پيڙهي ۾ هلندو اچي.

اي- بي ايسٽوڪ "باب يارهون" ۾ "روهڙي ۾ وڳوڙ" بابت لکي ٿو:

"اسان خيرپور ۾ جيڪا بدظني پيدا ڪئي، انهي روهڙي ۾ هڪ وڏو فساد ڪرائي وڌو جنهن ۾ رتو ڇاڻ به ٿي، جيئن آءُ معمول موجب درياه تي شام جو سير ڪري رهيو هوس، تيئن مون کي ايجنسي وٽ سکر طرف وڏو گوڙ ڏسڻ ۾ آيو، ٻيڙيون به روهڙي جي طرف کان تمام گهٽي انداز ۾ اچي رهيون هيون. جيئن ئي آءٌ ڪناري جي ويجهو پهتس، تيئن ماڻهن کي پنهنجو نالو ونندي ۽ زور سان رڙيون ڪندي ٻڌم، جڏهن ٻيڙي تان لٿس تڏهن ميجر ڪليبارن، گهوڙي تي چڙهيل هو ۽ ٻيا ڪيترائي آفيسر ساڻس گڏ هئا، اهي روهڙي جي ميلي تي ويل سپاهين تي ٿيل حملي سبب ڏاڍي چڙ ۾ ٻيٺل هئا. ٻيڙين ۾ زخمي ٿيل سپاهي اچي رهيا هئا ۽ انهن ۾ هڪ جي ٻانهن ڪپجي ويئي هئي. ڪليبارن جي مرضي هئي ته توبون هيٺ آڻي روهڙي شهر تي بمباري ڪري اُنهي کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏجي. سيئي ماڻهو گڏجي ڏاڍي زور سان هل ڪري رهيا هئا. ان ڪري خبر پئجي نه سگهي ته ڪهڙي وقت روهڙي جي ڏيهي اختياري وارن جي ٻيڙي به اچي پهتي جن جو چوڻ هو ته ڪين به ٻڌو وڃي، ڏاڍي تڪليف کانپوءِ آءٌ آفيسرن کي ايجنسي

جي هڪ ڪوٺي ۾ وٺي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس ته جيئن اهو معاملو نرمي سان نبيريو وڃي، آخر اهو ظاهر ٿيو ته اسان جا سپاهي ڪي ناچو ڪيريون وٺي هڪ مسجد ۾ گهڙي ويا هئا ۽ اتي ڪين ناچ پٽي ڪرايائون. جيڪي ٻروچ اتي موجود هئا، تن ڪين نياپو ڏياري موڪليو ته عبادت جي جاءِ آهي، خراب نه ڪريو ۽ ٻاهر نڪرو، جيئن ته سپاهي گستاخ جواب ڏياري موڪليو، انڪري ماڻهو اچي هٿين پيا، جيئن ته سنڌين وٽ هٿيار وغيره به هئا انڪري هنن موقعي جو فائدو وٺي اسان جي ماڻهن کي ڊوڙائي آٽي ٻيڙين تائين ڪڍيو. مون ڪليبارن کي ٻڌايو ته هن معاملي کي فيصل ڪرڻ لاءِ گوليبازي يا بندوق بازي جي ڪابه ضرورت نه آهي، اهڙي طرح نيٺ وڃي انهي سچي گوڙ کي ماٺ ڪرايم. شاهدن جا بيان جڏهن سرڪار ڏانهن موڪليا ويا. تڏهن اهو فيصلو ٿيو ته ڏوهه سپاهين جو هو ۽ انهن ئي اڳرائي ڪئي هئي. اهڙي طرح اهو معاملو روهڙي شهر کي تباهه ڪرڻ ڪانسواءِ فيصل ٿي ويو."

انهي دور ۾ جڏهن بيدل ١٥ سالن ۽ ١٨ سالن جو جوان هو، ڪرمچند ۽ غلام محمد سان عشق ڪري رهيو هو ته يورپي عملدار جيڪي روهڙي ۾ اچي لٿا هئا ۽ روهڙي جو جائزو وٺي رهيا هئا. انهن کان (بي دل) بيدل بي خبر هيو يا باخبر هو. بکر جي قلعي جي فتح وقت ۽ سنڌ جي فتح وقت ڇا بيدل پنهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ تذڪرو ڪيو آهي!؟

بيدل هڪ سڄاڻ ماڻهو ۽ تقريبا ٢٩ ڪتابن جو ليکڪ هو. سڄاڻ ۽ هوشمند اديبن ۽ شاعرن کي ته واقعن جو نوٽيس وٺڻ کپي. جڏهن سنڌ تي انگريزن قبضو ڪري ورتو ته بيدل جا ان وقت ڪهڙا تاثرات هوندا!؟ شاعر اديب قوم ۽ ڌرتي جا وارث هوندا آهن.

شاهه لطيف ڇڙو ڪلهوڙن جو دور ڏٺو، سچل، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جو دور ڏٺو جيڪي سڀ ڏيهي ۽ مسلمان هيا، پر بيدل اهو ماڻهو آهي جنهن ٽالپرن ۽ انگريزن جو دور ڏٺو، هڪڙا مسلمان ۽ ٻيا عيسائي، ڇا بيدل انهي وقت هڪ وڏو عاشق باز هو. ڇا بيدل جي اکين ڪرمچند ۽

غلام محمد جي حسن ۽ سونهن ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ ڏٺو، ڇا بيدل انهي دور جي حالتن ڪان بي خبر هو. جڏهن ۸۰۰۰ هزارن جي آبادي واري شهر انگريز عملدار گهٽين، محلن، قبرستانن ۽ درگاهن جو جائزو وٺي رهيا هئا بيدل بي خبر هو!؟

اڄ ڪلهہ سنڌ جو شاعر ۽ اديب اڄ جي حالتن کي نظر ۾ رکي ايندڙ وقت جي اڳڪٿي ڪري رهيو آهي ۽ هو جيڪو لکي ٿو ڌرتي ۽ قوم جي لاءِ لکي ٿو. ڇا بيدل جون لکڻيون ڌرتي ۽ ڌرتي جي ماڻهن لاءِ ڪونہ هيون. ڇا بيدل پنهنجي دور جون حالتون ڏسي ايندڙ وقت لاءِ ڪونہ سوچيو هوندو؟ اهو تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن اسان بيدل جي ڇپيل ڪتابن جو مطالعو ڪريون ۽ اڻ ڇپيل ڪتاب ڇپجي مارڪيٽ ۾ اچن ۽ هن سائنسي ۽ انٽرنيٽ واري دور ۾ بيدل جي ڪلام کي سائنسي نظرين تي پرکيون.

## حوالا:-


۱- "ديوان بيدل":- سيد عبدالحسين شاهہ موسوي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال ۱۹۹۱ع ٽيون ڇاپو.

۲- "پنج گنج":- عبدالقادر عرف قادر بخش بيدل، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهہ حيدرآباد، سال ۱۹۷٦ع ڇاپو پهريون.

۳- "نئين مصر جا پراڻا ورق":- اي بي ايسٽوڪ ترجمو:- ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سال ۱۹۷۸ع ڇاپو ٻيون.

۴- "سنڌوءَ جو سفر" اليگزينڊر برنس مترجم عطا محمد ڀنڀرو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي ڇاپو ٻيون سال ۱۹۹۸ع

۵- "سنڌ مغربي ليکڪن ۽ سياحن جي نظر ۾" ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، مهراڻ جلد ۲۸ نمبر ۳ ۽ ۴ سال ۱۹۷۹ع سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ.

# بيدل جو علم

غلام رسول شاه رضوي

آءٌ فقير صاحب بيدل جي علم تي ڳالهائيندس. ڳالهائڻ لاءِ تہ ڪافي وقت کپي جو مان اهڙي شخصيت تي ڳالهايان! فقير صاحب بيدل وڏا عالم هئا ۽ علم جا وڏا حريص هيا. جتان بہ ڪجھ هٿ آين، اُتان وٺڻ لاءِ اتي کھي ويا ۽ وڏي جهد سا اهو علم وٺي هتي وينا. فقير صاحب بيدل جو هڪ مخمس آ- مخمس ان کي چئبو آهي، جنهن ۾ پنج مصرعون هجن، پنج لائينون هجن، فقير صاحب جو اهو پنجن ٻولين ۾ قلمبند آ. عربي. فارسي، اردو، سرائڪي ۽ سنڌي. قافيا، رديف پاڻ ۾ ملن ٿا ۽ معنيٰ مطلب بہ پاڻ ۾ ملي ٿو. آءٌ توهان جي اڳيان پيش ٿو ڪريان:

- ليس في الدارين الأهو هو الحق لمبين (عربي)

معنيٰ: (ڪائنات ۾ سواءِ الله جي ٻي ڪائي شيءِ ڪانهي.)

- اوست جسم و اوست جان و اوست افلاک و زمين (فارسي)

معنيٰ: (جسم بہ ان جو، جان بہ ان جي، آسمان بہ ان جو، زمين بہ اُن جي)

- وہ هے روح اللہمريم، هے ووهی روح الامين (اردو)

معنيٰ: (روح الله بہ اهو، مريم بہ اهو، تہ جبرئيل بہ اهو.)

- هر طرف اسدا تماشا ڪيا مغ و ڪيا اهل دين (سرائيڪي)

(جاتي ڪاتي ان جو تماشو آ، ديندار هجي يا بي دين)

- سڀ صفت ۾ ڪيو ظهور يار جانيءَ دلربا (سنڌي)

يعني، تہ جتي ڪٿي انهيءَ مالڪ الملڪ جو ظهور آ، تہ اها پنجن

ٻولين ۾ تخليق آ، بيدل جي. فقير صاحب جي ٻي تصنيف آ اسان وٽ "پنج گنج"، جنهن ۾ چاليهہ سبق آهن، طالبن لاءِ. مثال طور آءٌ هڪ سبق پيش ڪريان ٿو، جنهن جو عنوان آ ته، "خودي ۽ خدا گڏ نہ رهندا آهن." يعني تون بہ هُجين ۽ الله بہ هجي، اهو ٿي نہ سگهندو. ٻہ تلوارون هڪ مياڻ ۾ نہ ماپي سگهنديون. هاڻي ان ڳالهہ کي سمجهائڻ لاءِ دليل طور فقير صاحب قرآن پاڪ جي آيت ڏني آهي، معنيٰ چئبو تہ فقير بيدل قرآن پاڪ جا حافظ هئا، نہ تہ اها آيت ڪيئن ڳولي لڌائون؟ اهڙيون چاليهہ آيتون آهن، جدا جدا عنوان تي، جيڪي فقير بيدل ڪوٺ ڪيون آهن. انهيءَ کان پوءِ ساڳئي عنوان تي نبي ڪائنات شهنشاهہ جي حديث ڏني اٿائون، معنيٰ تہ فقير صاحب بيدل حديث جا بہ وڏا ماهر هيا. انهيءَ کان پوءِ مولانا رومي جي مثنويءَ مان شعر آهي تہ، معنيٰ مولانا روميءَ جي مثنويءَ تي بہ عُبور هين، انهيءَ کان پوءِ ڀٽائي جو شعر آ، تنهن جي معنيٰ تہ شاهہ جي رسالي جا بہ ماهر هئا. انهيءَ کان پوءِ فارسي ڪتابن مان هڪڙي حڪايت ڏين ٿا، جنهن مان سچو راز کُلي ٿو پوي تہ، خودي ۽ خدا گڏ نہ رهي سگهندا آهن. اها آهي فقير صاحب بيدل جي علم جي هڪ جَهلڪ! هڪ دفعي مير فتح علي خان ٽالپور خط لکيو، فقير صاحب بيدل جن ڏي تہ اچو ۽ مون وٽان ٿي وڃو. جنهن مهل قاصد خط کڻي آيو، فقير صاحب خط پڙهيو ۽ جواب ۾ لکيائون:

"بعث الفقير اَلا باب الامير." اها حديث آ تہ، فقير جي لاءِ اهو عبث آ تہ امير جي دروازي تي اچي، "نعم الامير الاباب الفقير" معنيٰ تہ اها امير لاءِ نعمت آ تہ فقير وٽ ڪهي اچي. فقير صاحب لکيس تہ، آءٌ نہ ايندس، جي اچڻو اٿئي تہ اَچُ. تنهن جي معنيٰ تہ فقير صاحب جن دنيا جا طالبو نہ هئا! ڇو تہ جڏهن ٽالپور حاڪم جو خط آيو تہ سمجهڻ ها تہ فقير صاحب جن تارڪ فقير هئا، هو علم جا تہ حريص هئا پر دنيا جا نہ. فقير صاحب بيدل جو شعر آ تہ:

جي طلب تينون هَي بيدل دائما ديدار دي،
هٿ ڪنون ڇوڙين نہ دامن حيدر ڪرار دي.

جي علي عليہ السلام علم جو دروازو آ تہ فقير صاحب ڪيئن نہ عالم ٿئي، مولا علي جي دامن ۾ جو هٿ اٿس. فقير صاحب کي ايترو

علم آ جو ڪوئي پڇي نہ ٿو سگهي. فقير صاحب بيدل جو شعر آ تہ:

ڪوٺائين ٿو ڪلمي گو، ڪلمو پڙهڻ سِکُ،
فِڪر جي فَرهيءَ تي لا جو اکر لِکُ،
معنيٰ واري مِکُ، حرفن مان هٿ آڻ تون.

معنيٰ جي تون مسلمان ٿو سڏائين تہ نفي ڪري ڇڏ. پر جي چوندين تہ مان بہ آهيان ۽ الله بہ، تہ مالڪ چوندو، تون ئي هُج ۽ هو توکي ڇڏي ويندو، پر جيڪڏهن تو پاڻ کي 'لا' ڪري ڇڏيو تہ پوءِ اثبات ٿيندي، جيئن چيائون:

ظاهر بندو باطن مولا، عشق جي بازي سمجهي ڪير.

# مجاز ۽ بيدل

## سجاد ميراڻي

صوفيءَ کي حقيقي عشق تائين رسڻ لاءِ سڀ کان پهريان مجاز واري چاڙهي چڙهڻي پوندي آهي. اها اوکي ڏاکڻ آهي جيڪو صوفي اها ڏاکڻ چڙهي ويو ۽ حقيقي عشق تائين رسيو ته سمجهبو ته اهو ڪامياب آهي هوڻءَ چيو ويندو آهي ته مجاز حقيقت جي ڏاکڻ آهي اها ڏاکڻ ئي حقيقي محبوب تائين رسڻ جو رستو آهي جيڪڏهن ڪو عاشق صادق ۽ سچو آهي ۽ نفسياتي خواهشن تي ڪنٽرول اٿس ته اهو اها ڏاکڻ چڙهي پار پوندو. حضرت سائين حماد الله هاليجويءَ جي ملفوظات ۾ لکيل آهي ته سچو صوفي اهو آهي جيڪو هڪ هٿ جي تري تي شريعت جو پيالو ۽ ٻيءَ ترىءَ تي عشق جو پيالو کڻي منزل کي رسي ته مزو پوءِ آهي. بيدل سائين جو مجازي عشق اڄ ڪلهه جي صوفين وارو ڪونه هو پر سندس مجازي عشق اصل ۾ الاهي عشق واري منزل تائين رسائي جو هڪ وسيلو هو. بيدل سائين جي محبت ۾ سچائي، صداقت ۽ خلوص سمايل هو. ٻيائي، دوئي ۽ نفسياتي خواهشن جو ڪوبه عمل دخل نه هو.

حسين شيءِ ۾ قدرت جي خودنمائي واري خاصيت موجود هوندي آهي ۽ چيو ويندو آهي ته رب پاڪ سونهن جو هڪ لڪل خزانو آهي ۽ دنيا جي تخليق صرف ان ڪري ڪيائين ته سندس سونهن ۽ سوڀيا جي ساراهه ٿئي ۽ بيدل سائين ئي چئي ٿو ته:- مخفي هو محبوب بيرنگي- نينهن ڪيو نروار.

صوفيءَ جو اهو عقيدو آهي ته هيءَ ساري ڪائنات الله پاڪ جي سونهن ۽ حسن جو پرتو ۽ مظهر آهي مجازي عشق جو واسطو صرف

سونهن سان ۽ حقيقي عشق جو تعلق الله پاڪ جي ذات حقيقي سان آهي ۽ جڏهن مجاز مان پار ٿي حقيقيت جي منزل کي انسان رسي ٿو ته دنيا جي هر شيءِ هن کي فنا ٿي نظر اچي، صرف خدا جي ذات ۾ ئي من کي بقا نظر اچي ٿي، هونئن به دراصل هر شيءِ فنا آهي ۽ جيڪي به ظاهري صورتون آهن اُهي فنا ٿيندڙيون رهنديون آهن زنده رهڻ واري صورت صرف حقيقي حسن آهي مجازي عشق ۾ عاشق کي جيڪي سهڻيون صورتون نظر اچن ٿيون سي هن کي موهي پاڻ ڏينهن متوجه ڪن ٿيون پر اُهي سڀ فنا ۽ باطل آهن. ان ڪري عاشقن کي انهن حسين شين جي تصور کي خالق حقيقي جو نور سمجهڻ گهرجي، بقول لطيف جي ته جيڏانهن ڪريان پرڪ تيڏانهن سڄڻ سامهون.

هونئن به حقيقي طالب کي گهرجي ته فنا ٿيندڙ شين کي ڇڏي بقا طرف متوجه ٿئي ان ۾ سندس ڪاميابي آهي.

انسان جو وجود من موهيندڙ آهي جنهن ۾ ذات حقيقي جا صفاتي ڪمالات ظاهر آهن. انسان جي خاڪي باڊي هڪ وڻندڙ ۽ دل کي سڪون پهچائيندڙ آهي ان جي سونهن تي هرڪو فدا هوندو آهي ان ڪري ڪيترائي صوفي اها سونهن پسي وجد ۾ اچي ويندا آهن ۽ سونهن جي مٿان قربان ٿيندا آهن ۽ حسن وارن جون ادائون عاشقن کي گهائل ڪري وجهنديون آهن. ڪي عاشق ته مجاز جي انهيءَ وهڪري ۾ وهندي ڪنهن ڪن ۾ اچي نفساني خواهشن جي مانگر مڇ جي وات ۾ وڃي پوندا آهن ۽ پوءِ پنهنجا ٻئي جهان وڃائي ويهندا آهن ۽ ڪي وري انهيءَ سونهن جي گهرائپ کي پرکي اڳتي وک وڌائيندا آهن ۽ مجاز جي منزل ٽپي حقيقت راهه تي پهچي ويندا آهن ۽ ڪڏهن به گمراهه نه ٿيندا آهن، جيئن خواجه محمد زمان لنواري واري چيو آهي ته

سڪ روحاني ساميسين جسمي جاهلن
ٻگهن مڇي من، پارسُ پسن ڪينڪي.

يا لطيف چواڻي ته

جتي ڇورين ڏنا ڇال اتان لاهوتي لنگهي ويا.

بيدل سائين مجازي عشق جي مڪتبه فڪر جو صوفي شاعر هو ۽

مجازي عشق جي گلشن جي گلن جو واس پوپٽ وانگي وٺندي وچي حقيقي عشق جي منزل ماڻي. مجازي عشق ۾ بيدل سائين جو عورت سان عشق جو ڪٿي ٻه ذڪر نه ٿو ملي پر گهڻو ڪري صوفي حضرات عورت جي عشق کان مرد جي عشق کي اوليت ڏني آهي. ان جا سبب ڪيترائي ٿي سگهن ٿا. سرمد شهيد کان وٺي بيدل تائين صوفي صاحبن جي هڪ ڊگهي لسٽ آهي جن ڇوڪرن سان عشق ڪيو آهي پر حافظ شيرازي مولانا رومي، مولانا جامي، سعدي، فردوسيءَ جهڙا ڏاها به ڇوڪرن جي عشق کان نه بچي سگهيا آهن جنهن جو وڏو سبب اهو آهي ته ڇوڪري جي عشق ۾ ماڻهو جنسياتي عمل کان بچي سگهي ٿو.

بيدل سائين ڪنهن هڪ ڇوڪري سان عشق ڪونه ڪيو پر ٽن يا چئن ڇوڪرن جا نالا ملن ٿا جن سان بيدل سائين پريم جو پيچ پاتو ۽ پوءِ وڃي حقيقي محبوب سان لنؤن لاتي. بيدل جي مجازي محبوبن ۾ ميان غلام محمد شڪارپوري- قاضي پير محمد- ڪنئيو ۽ ڪرم چند جا نالا ملن ٿا جن جي باري ۾ بيدل جا شعر خود گواهي ڏئي رهيا آهن. هونئن به ڏٺو وڃي ته قرآن پاڪ ۾ پڻ مرد جي حسن جي ساراهه ٿيل آهي يعني حضرت يوسف عليه السلام جي حسن جي، ان مان اهو مطلب ناهي ته ڇوڪرن سان محبت ڪجي پر ان مان اها ڳالهه واضح آهي ته مرد جو حسن موهيندڙ آهي پوءِ اهو ڪنهن مرد تي مرد کي موهي، مطلب ته مرد سان محبت ڪرڻ وارو عمل صوفي جي نظر ۾ خراب نه آهي مرد مرد سان محبت ڪري سگهي ٿو.

# بیدل کی شخصیت اور ان کے فارسی کلام کا فکری جائزہ

مس سلمیٰ لطیف

تھا ضبط بہت مشکل اس میلِ معانی کا
کہہ ڈالے قلندر نے اسرارِ کتاب آخر

سلسلہء سہروردیہ کے بانی مشہور صوفی حضرت شیخ شہاب الدین عمر رحہ نے بھی قدرت کے بعض اسرار ظاہر کیے جنھیں اہلِ دنیا سمجھنے سے قاصر رہے، انجام کار حضرت شیخ شہاب الدین عمر رحہ، منصور حلاج کی طرح پابند سلاسِل کیے گئے بعد میں آپ کو شریعت کی آڑ لے کر قتل کرا دیا گیا۔ ظاہر پرست صاحبان اقتدار اور کم نظر فقیہانِ وقت خوش تھے کہ معرفت کا یہ سورج ہمیشہ کے لیے بجھا دیا گیا مگر وہ اس حقیقت سے بے خبر تھے کہ سورج اگر ایک جگہ غروب ہوتا ہے تو ان ہی ساعتوں میں دوسرے مقام پر اپنی پوری تابناکی کے ساتھ طلوع ہوتا ہے۔

سلسلہء چشتیہ کے مشہور بزرگ حضرت قطب الدین بختیار کاکی رحہ کے بارے میں روایت ہے کہ سماع کے دوران آپ اس شعر پر بے حال ہوگئے تھے۔

کشتگانِ خنجرِ تسلیم را
ہر زمان از غیب، جانِ دیگر است۔

پھر اسی وجد کے عالم میں حضرت قطب الدین بختیار کاکی رحہ اپنے خالقِ حقیقی سے جا ملے۔ حضرت شیخ شہاب الدین عمر رحہ سہروردی بھی خنجرِ

"سر ڏي اول، سوره سگهو پوءِ نينهن ۾ نروار ٿج،
منصور وانگي سک منجهئون، سر يار سوري تي سيجج."

بيدل سائين، اسان تائين جيڪي صوفياڻيون رمزون پهچايون آهن، تن جو چيهه وچي، هتي ٿو ٿئي ته: عشق جي مرحلن مان گذرڻ کان سواءِ انسان پنهنجي حقيقي ماڳ تائين پهچي نٿو سگهي ۽ جيڪو انسان ماڳ ماڻي نٿو سگهي. ان جي حياتي، موت کان به گندي گذري ٿي.

اسان جي ڪن عالمن تصوّف يا صوفين واري عشق کي مسترد ڪندي چيو آهي ته، "صوفين جون ڳالهيون شريعت کان گريز واريون آهن ۽ سندن اعمال شرڪ/ ڪفر جون حدون ڇهندڙ رهيا آهن، تنهن ڪري صوفين جو دڳ، سڌو نه آهي" حالانڪ حقيقت ان جي ابتڙ آهي. صوفين جي چوڻ موجب، تصوّف ۽ صوفياڻي عشق کان سواءِ دين جي روح تائين پهچي نٿو سگهجي. ڇاڪاڻ ته تصوّف ۽ صوفياڻو عشق آسان نه آهي، تنهن ڪري دشوارين کان ڀڄندڙ عالم، جند ڇڏائڻ لاءِ تصوّف ۽ ان جي عشق کان، تاويلن سان بيزاري ظاهر ڪن ٿا.

بره جي حقيقت ۽ هستي بابت بيدل چوي ٿو ته:

بره جو باري بار، رمزبازن ريءَ ڪري اُٺائي؟
راه انهي ۾ سالڪ سر تي، سهن ڪرت ڪٽار....
ڪيئي منصور ڪيا هن شعلي، سولي تي هسوار...
عشق جو شيوو آه خون ريزي مُلن ناهه ميار...
'بيدل' بره کي يار يگاني، پهريا ويس هزار....

بيدل عشق کي دين (اسلام) جو حقيقي مذهب سڏي ٿو، ان تي هلي حُسين ع، پنهنجي پيارن سميت، قربانيون ڏنيون ۽ سندن پوئلڳن ته تيغ ۽ سردار پهچي پاڻ ملهايو ۽ جديد دور ۾ جيڪي حق لاءِ ڳترا ڳترا ۽ ڀيرا ڀيرا ٿي رهيا آهن، انهن صوفياڻي عشق سان لاڳاپجي ئي اها راه ورتي آهي جنهن بابت مُلن کي اعتراض آهن. جڏهن ته سر قرباني ڪندڙ، چوندا وتن ٿا:

"جان دی، دی ہوئی اسی کی تھی،
حق تو یہ ہے حق ادا نہ ہوا۔

عشق الله جي سنت آهي، عشق رسول الله جي سنت آهي، اها سنت، جن پنهنجي ڪٺي تن کي ڪهڙو مقام مليو؟ بيدل چوي ٿو ته:

"پَسي موج محمدي، قطرو ٿيو قلزم،
عَرفُت ربي بَربي، مستي ٿي محڪم،
رکيو قرب قدم بيراڳن باهوت ۾."

"پسي موج محمدي، وجودؤن ويا،
انا رب، انا محمد، انهي پنڌِ پيا،
جوڳي مري جيا، هيرڪ جي هاهوت ۾."

"پسي موج محمدي، مستي ٿِيَن مقام،
آديسين آرام، اچي ٿيو اثبات ۾."

عجيب ڳالهه آهي ته جيڪي انسان، سيني مذهبن کان انڪاري آهن ۽ سندن تصوّف سان ڪو لاڳاپو نه آهي، اهي انسان به صوفياڻي عشق جي سگهه کان انڪار نٿا ڪن ۽ اهڙي عشق کي پنهنجو ڪري، قربانيون ڏئي رهيا آهن، پر اسان جا ڪي عالم، تصوّف ۽ صوفياڻي عشق کان اوپرا ٿيو پيا هلن. انهن لاءِ بيدل چوي ٿو ته:

"ڪوٺائين ٿو ڪلي گو، ڳهڙ ڪلمي جي گهير،
وڃڻ لاءِ وجود جي، پيرُ نفي جو پير."

آخر ۾ آءٌ بيدل سائين جي عربي غزل مان هڪ بند نقل ڪريان ٿو، جيڪو ملاڻڪي نفس لاءِ سمجهاڻي آهي:

"وما جاهدت فيما تڪرة النفس،
ستوقع في الخديعة في البلايا."

(تو جهاد اهڙو ڪيو، جنهن ۾ نفس ڏکيو نه ٿئي.
تون جلد ئي مصيبت ۽ دوکي ۾ ايندين.)

